

# سنڌيءَ جا ٽيهه سال

ڊاڪٽر هرسو گدواڻي
ايم-اي، پي ايڇ-ڊي،



# سنڌيءَ جا نبھ سال

ڊاڪٽر ھرسو گدواڻي
ايم-اي، پي-ايڇ-ڊي،

# سنڌيءَ جا ٽيهه سال

( سن ۱۹۴۸ع کان سن ۱۹۷۸ع تائين)



ڊاڪٽر پرسو جيسارام گدواڻي
ايم. اي؛ پي ايڇ. ڊي؛





سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن
۹۰، لڪشمي مارڪيٽ، الهاس نگر - ۳

# SINDHI JAATIH SAAL

(Thirty Years of Sindhi)

By :
Dr : Parso Gidwani
M.A; Ph.D.

*

SINDHI TIMES
Publication
90, Laxmi Market,
Ulhasnagar-3 Tele: 1208

*

Published by :
Suresh Paryani
For
The Sindhi Times
Publication

*

Printed by:
Smt. Mohini Sobhraj
Budhwani INQLAB Press,
Ulhasnagar-3. (Phone 66)

*

Sole Agent:
Jagdish Book Depot,
Main Bazar,
Ulhasnagar-2, (Phone 455)

*

Price:- Rupees Six
Year October 1979

# ڪتاب بابت ...

ڊاڪٽر پرسو گدواڻي جو سنڌيءَ ۾ هي پيو ڪتاب آهي جو سنڌي پڙهندڙن جي هٿ ۾ آهي. ڇڳا سال اڳ ڊاڪٽر صاحب جو ڪتاب "**شاهه جو شعر**" توهان جي نظر مان گذريو هوندو. اها خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو ڊاڪٽر گدواڻيءَ جو پهريون ڪتاب ۽ هي پيو ڪتاب "**سنڌيءَ جا ٽيهه سال**" **سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن** طرفان ٿي ظاهر ڪيل آهن.

ڊاڪٽر پرسو گدواڻي هڪ ڪوجنڪ آهي. هن ورهاڱي بعد سنڌي ٻولي، نالن ڊڪشنري وغيره تي جيڪو اثر پيو آهي، ان جي ڇنڊ ڇاڻ ڪئي آهي، نه فقط ايترو بلڪ سنڌي ادب، ٻولي ۽ سڀيتا کي ڪيئن ٿو قائم رکي سگهجي ان بابت به هڪ روپ ريکا ڏني آهي. نه هڪ مرڪزي انسٽيٽيوٽ کوليو وڃي جتي اهو ڪم ٿي سگهي ٿو.

هي ڪتاب سچ پچ ته نه فقط ايندڙ پيڙهيءَ لاءِ هڪ اتهاسڪ دستاويز ٿيندو ته ورهاڱي بعد سنڌيءَ تي ڪهڙا ڪهڙا اثر پئجي چڪا آهن ۽ پئجي رهيا آهن. بلڪ موجوده پيڙهيءَ کي به ساوڌان ڪيو ويو آهي ته هو ڪجهه ڪرڻ چاهين ته ڪري ٿا سگهن.

اُميد ته ڪتاب پڙهندڙن کي پسند پوندو.

وڄيه دشمي —

پهرين آڪٽوبر ١٩٧٩ع

— **نارايڻ ڀارتي**

## فهرست

صفحو


١. سنڌي ٻوليءَ جي اوسر " ٩

٢. سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن جي " ٢٥
ناالن تي ٻوليائي اثر

٣. ورهاڱي جو سنڌي ناالن تي اثر " ٣٣

٤. سنڌيءَ جا عزازتي لفظ " ٤٩

٥. سنڌي لغت جو وڪاس " ٦٥

٦. سنڌي تهذيبي ڪيندر " ٨١
جي روپ ريکا

٧. ترجموءَ سيپيتڪ مشڪلاتون " ٩٣

# سنڌي ٻوليءَ جي اوسر

## ١٩٤٧-١٩٧٧

[١- ٻهرين نومبر ١٩٧٧ کان ٧ نومبر ١٩٧٧ تائين ڪيرالا يونيورسٽي تريوندرم ۾ ورلڊ ملايسم ڪانفرنس ڪوٺائي وئي هئي. اُن ڪانفرنس ۾ هڪ بيٺڪ اهڙي ٻه هئي جنهن ۾ ڀارت جي وڏن جي انين شيڊول ۾ تسليم ڪيل ٻولين جي اوسر ( development ) تي پورتاميلي مقالا ( Survey Papers ) پيش ڪيا ويا. اِن مراد سان ته حالتن جو جائزو وٺي سگهجي ته سينڌي ٻولين ٽيهن سالن ۾ ( ١٩٤٧-١٩٧٧ ) الڳ الڳ کيترن ۾ ڪيترو واڌارو ڪيو آهي. ۽ هڪ ٻئي جي آزمودي مان ڪجهه فائدو وٺي سگهجي. اِن سيمينار لاءِ مونکي سنڌيءَ تي مقالو پيش ڪرڻ لاءِ نيمنڊ هئي، جا مون

خوشيءَ سان قبول ڪيائين. اهو مقالو جيئن ته غير سنڌين لاءِ هئو انڪري خاص سنڌي ٻولين لاءِ مون ان ۾ ضروري ۽ گهربل ڦير - گهير ڪري هيءُ مقالو تيار ڪيو آهي.

٢- ١٩٤٧ کان ١٩٧٧ تائين پورا ٽيهه سال ٿي ويا آهن. ٽيهه سال پورتاميل جاچڻ لاءِ ڪو گهٽ عرصو ڪونه آهي. انڪري هن مقالي ۾ ان گهٽ ۾ گهٽ سنڌيءَ جي اوسراڻ جي تصوير چٽي ٿي بيٺي آهي ۽ اسين ڏسي سگهون ٿا ته هاڻي اسين ڪٿي بيٺا آهيون. اسان انهن ٽيهن سالن ۾ ڇا وڃايو آهي ۽ ڇا ورتيو آهي. ۽ پوءِ اسين ايندڙ عرصي لاءِ ڪا رٿا رٿي سگهون ٿا.]

## تواريخي پس - منظر

١٨٤٣ ۾ انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ، سنڌ ۾ عام ماڻهن جي عام واهپي جي ٻولي سنڌي هئي. پر شانائتي ( Prestigeous ) ٻولي فارسي هئي ۽ فارسيءَ کي ئي علم - ادب جي لائق سمجهو ويندو هئو ۽ سرڪاري ڪم ڪار لاءِ پڻ انکي ئي ڪتب آندو ويندو هئو. جيتوڻيڪ ٻين ڪن خاص ڪيترن ۾ سنڌي ٻولي ڪتب آندي ويندي هئي پر سنڌي جي لکڻ لاءِ ڪا هڪ لکٽي ڪتب ڪونه آندي ويندي هئي. پر الڳ الڳ مقصدن لاءِ چار الڳ الڳ لکٽيون ڪتب آنديون وينديون هيون. توري ڦير گهير ڪيل

روپ ۾ فارسي - عربي لپي اِسلام مذهب جي پوئلگن لاءِ مذهبي لکيتن لاءِ ڪم آندي وينديهئي. هندو ڌرم جي لکيتن لاءِ ديوناگريءَ جو ڦير گهير ڪيل روپ ڪم ۾ ايندو هئو يا براهمڻ پنهنجي شخصي ڪمن لاءِ پڻ ديوناگري ڪتب آڻيندا هئا. پر سک ڌرم جي مڃيندڙن وري ڌرمي لکڻين لاءِ گرمکيءَ کي ڪم آندو. اِنهن مڙني آوڻائن کانسواءِ هٽائي يا هٽواڻڪائي لکڻي وري هندو سنڌي واپاري پنهنجي وڻج واپار جي هرقسم جي لکپڙهہ لاءِ ڪم آڻيندا هئا. جنهنجا ٻہ اٽڪل ١٤ الڳ الڳ نمونا سنڌ جي الڳ الڳ ڀاڱن ۾ هلندڙ هئا. اِهي مڙئي لکيون اِهي الڳ الڳ طبقا ڌرمي لکڻين کانسواءِ شروعاتي دور ۾ ڪن ڪن موقعن تي ۽ پوءِ آهستي آهستي شخصي لکپڙهہ لاءِ پنهنجين پنهنجين لکڻين کي ئي ڪتب آڻيندا هئا. اِنهن مان هٽائي ۽ گرمکي اڄ بہ ڪنهن محدود دائري ۾ ڪتب اچن ٿيون. ان وقت تائين سنڌي ٻوليءَ ۾ صوفي ساهتيہ، سنت ساهتيہ ۽ لوڪ ساهتيہ جو هڪ وڏو ذخيرو هئو پر اُنکي ڪٺي ڪرڻ، ڇپائڻ وغيره جي ڪم ڏانهن ١٩ صديءَ جي اڌ تائين خاص ڪا گهڻي توجهہ ڪونہ ڏني ويئي هئي. اِن ڏس ۾ پهرين گهڻي ڪوشش ١٨٤٣ ۾ انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ ٿي. ١٨٥٣ع ۾ انگريزي حڪمرانن سنڌي ٻوليءَ کي ڪم ڪار جي ٻولي مقرر ڪيو ۽ سنڌيءَ جي پڙهڻ

لاءِ اسڪول کوليا. انهن ٻنهي ڪمن لاءِ سرڪار عربي - فارسيءَ جي ڦير گهير ڪيل لکڻيءَ کي منظور ڪيو. ان طرح ٻهريون دفعو فارسيءَ جي هڪ هٽي ٽٽي ۽ سنڌي ٻوليءَ کي علم ادب توڙي سرڪاري ڪم ڪار لاءِ قبوليت ملي. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ درسي ڪتابن ۽ ڊڪشنرين وغيره ڇاپڻ لاءِ سنڌسرڪار کي فراخدليءَ سان پئسي جي مدد ڪئي. ان سرڪاري قدمن ڪانپوءِ ئي سنڌيءَ جو واڌارو تمام تکڙو ٿيو.

١٨٥٣ع کان ١٩٤٧ع تائين سنڌي نه فقط هاءِ اسڪول جي تعليم لاءِ هڪ وشيه طور پڙهائي ويندي هئي پر ٻين وشين جي ماڌيم طور پڻ ڪتب ايندي هئي. ان عرصي اندر درسي ڪتابن کانسواءِ ڪيترائي ڪتاب الڳ الڳ وشين تي لکيا ويا يا ٻين ٻولين مان ترجمو ڪيا ويا. ڪيترائي کوجنا تمڪ مقالا پڻ ڇپيا. ڪيترين ئي روزانين ۽ هفتيوار اخبارون پڻ نڪتيون. ڪي ماهيانيون ۽ ٽماهي مخزون پڻ نڪتيون. شروعاتي دور جا مشهور ليکڪ هئا مرزا قليچ بيگ، ڪوڙو مل چندنمل کلناڻي، پيرو مل مهرچند آڏواڻي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، لالچند امرڏنو مل، جيٺمل پرسرام گلراجاڻي وغيره.

ان دور ۾ ئي سنڌي ٻولي يونيورسٽي سطح تي وشيه طور پڻ منظور ڪئي. ويٺي ۽ سنڌيءَ جو پهريون ليڪچرر ٿيڻ جو شرف سنڌيءَ جي بزرگ ساهتيڪار

۽ ڪوجنيڪ شري ڀيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ ڪي ئي ملبيو.

## ورهاڱو

۱۹۴۷ ۾ ڀارت جو ورهاڱو ٿيو. سڄو سنڌ پرديس اولهه پاڪستان (هاڻي پاڪستان) کي ڏنو ويو. ان ورهاڱي جو گهڻي ۾ گهڻو اثر سنڌين ۽ سنڌي ٻوليءَ تي ئي پيو. سنڌي ٻوليءَ ئي ڏنو وڃي ته گهڻو سڄو (خاص ڪري هن وقت ڏسجي ٿو). اٽڪل ۱۰ لکن سنڌي هندن کي پنهنجا ايامن کان اڏيل آباڻا اجها ڇڏي رڃن ۾ رلڻو پيو ۽ ڀارت جي الڳ الڳ صوبن پرانتن ۾ پکڙيل تتل ملٽري بئرڪن ۾ مٿو ڍڪڻو پيو. هو مکيه طور مهاراشٽر، گجرات، راجستان، مڌيه پرديش، اتر پرديش ۽ دهليءَ ۾ وسيا. اهڙي ڪجهه سالن تائين ڪين اٿي، اجهي ۽ لٽي لاءِ ڪشالا ڪڍڻا پيا. سچاويڪ آهي ته شروعاتي دؤر ۾ هنن جو ڌيان پنهنجي ٻوليءَ ۽ ساهتيه ڏانهن گهٽ ويو، پر تنهن هوندي به اِئين ڪونه هئو ته صفا سڄ هئي. سنڌي ٻوليءَ جو اپياس سولائيءَ سان ڪرڻ لاءِ اُنکي ٻن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. پهريون دور ۱۹۴۷ کان ۱۹۶۷ ۽ ٻيو دور ۱۹۶۷ کان ۱۹۷۷. پهريون دور سنڌي ٻوليءَ جي آئين شيڊول ۾ تسليميءَ لاءِ جدوجهد جو دور هئو. ۽ ٻئين دور ۾ تسليميءَ کانپوءِ جو پوتاميل آهي.

### ۱۹۴۷ - ۱۹۶۷

ورهاڱي جي پهرين لوڏن کي سهڻ کانپوءِ سنڌي

تعليم دانن ۽ سنڌي ليکڪن تعليم ۽ ساهتيہ ڏانهن ڌيان ڏنو. سنڌين ڪوشش سان ئي سرڪار جتي ٻہ سنڌين جي گهڻائي هئي اتي پرائيمري، مڊل يا هاء اسڪول کوليا. گجرات، راجستان، مهاراشٽر، مڌيہ پرديش ۽ دهليءَ ۾ سنڌي سيڪي وشين جي ماڌيم طور هاء اسڪول تائين پڻ قبول ڪئي ويئي. اها سهوليت اڄ تائين قائم آهي. دهليءَ، احمدآباد ۽ بمبئيءَ ۾ ڪاليجن ۾ سنڌي وشيہ طور پڙهائي ويندي هئي. پر ١٩٥٠ ڌاري ۽ اڳتي جيئن جيئن سنڌ ين پنهنجا ڪاليج برپا ڪيا تيئن ٿوري وقت اندر ئي ڪيترن ڪاليجن ۾ سنڌيءَ جي وشيہ طور پڙهائي شروع ٿي. بمبئيءَ ۾ هن وقت جئہ هند ڪاليج ۽ ڪي. سي. ڪاليج (چرچگيٽ)، نئشنل ڪاليج (باندرا)، ڌاريجا ڪاليج ۽ چاندي بائي ڪاليج (الهاسنگر)، دهليءَ ۾ پڻ ديشبندو ڪاليج ۽ ڪن ٻين ڪاليجن ۾ سنڌي پڙهائڻ جو بندوبست آهي. پوني ۾ پڻ سينٽ ميران ڪاليج ۽ واڊيا ڪاليجن ۾ سنڌي پڙهائڻ جو بندوبست آهي.

مڌيہ پرديش ۽ راجستان جي سرڪاري تعليمي بوردن انٽرميڊئيٽ جي امتحانن لاء سنڌي هڪ وشيہ طور تسليم ڪيو. پر ڀارت جي ڪنهن بہ يونيورسٽيءَ ۾ آرٽس ۽ سائنس جي وشين لاء سنڌيءَ کي ماڌيم طور تسليم نہ ڪيو.

۱۹۵۵ ڌاري جڏهن ڀارت جي پرديشن کي ٻوليوار آڌار تي ترڪيب ڪيو ويو تڏهن سنڌين کي حقيقي چاڻ پيئي ته هو ڪٿي بيٺا آهن ۽ سنڌن مان مڙ ٻنهنجي ٻوليءَ ۽ سنسڪرتيءَ لاءِ پڻ ٻي سلامتيءَ جا انديشا پيدا ٿيا. جا ڳالهه سنڌن لاءِ چنتا جو باعث بڻي. هنن ڏٺو ته سنڌي ٻولي ڀارت جي آئين شيڊول ۾ تسليم ٿيل نه هئڻ ڪري، ڀارت ۾ قومي سطح تي ٿيندڙ ڪيترين ئي قسم جي چٽاڀيٽين ۾ ڪين ٻري رکيو ٿي ويو ٻوءِ ڀلي اُها ساهتڪ اڪاڊمي هجي يا آل انڊيا ريڊيو هجي. قومي سطح تي ٿيندڙ ڪيترن ئي اِنعامن ۾ پڻ سنڌيءَ کي ٻري ٿي رکيو ويو ٻوءِ ڀلي اُها ساهت اڪاڊمي هجي، آل انڊيا ريڊيو هجي، يا قومي سطح تي ڪي اِنعام ئي ڇو نه ڏيڻا هجن. هنن اهو به ڏٺو ته ٻوليوار پرانتن نهڻ جي ڪري هنن کي پنهنجي پرانت نه هئڻ ڪري راڄيه سرڪار جي مدد کان به وانجهيل رهڻو پئي پيو. اِن حالت ۾ سنڌي ٻوليءَ کي صفحي هستيءَ تان ميسار جي وڃڻ کان بچائڻ لاءِ هنن ٻه ڳالهيون ڪيون: هڪ ته ادب کي وڌائڻ جون ڪوششون ڪيون ۽ ٻيو سنڌي ٻوليءَ جي تسليمي لاءِ اُدم جي شروعات ڪئي. اِن ڏس ۾ عملي قدم پڻ کنيا. ادبي سرگرمين جي ڏس ۾ هر وڏي شهر ۾ بزرگ ساهتيڪارن جي ڪوشش سان سنڌي ادبي سڀائون کڙيون ٿيون جٿي سنڌي رچنائون لکڻ

لاءِ نوجوان اديب ڪلهو ڪلهي سان ملائي بزرگ اديبن سان رچنائن تي تنقيد ڪندا هئا. اِن نموني بزرگ اديبن گهڻ ڀاڱي ۾ گهٽ جاتيءَ تي وڏو احسان اهو ڪيو جو پنهنجي پنيان هڪ اديبن جي پيڙهي تيار ڪئي. جنهن سنڌي ٻوليءَ جي هئڻ سنڀالڻ جو ڪم پاڻ تي هموار ڪيو. اِنهن بزرگن ۾ دهليءَ ۾ سروشري ڊاڪٽر هرو سدارنگاڻي، منوهر داس ڪوڙومل، ۽ تيرٿ بسنت هئا ۽ نوجوانن ۾ نارائڻ شيام، امر لعل ساڌواڻي، سائين راز، ليکمڻ خوبچنداڻي (هاڻي ڊاڪٽر ليکمڻ خوبچنداڻي)، شري هيم ناگواڻي، ڪي. ايس. ٻالاڻي، ليکمڻ ڪومل، موتي جوتواڻي (هاڻي ڊاڪٽر موتي جوتواڻي)، هريڪانت، ايشور گرمکاڻي، انند کيماڻي، سترام ڪلياڻي همدرد، پرسو گدواڻي (هاڻي ڊاڪٽر پرسو گدواڻي) ۽ ٻيا به ڪيترا اُسرندڙ اديب هئا. جن مان ڪيترن ئي اڳتي هلي سنڌي ساهت جا گهڻا پريا ۽ اڄ به سنڌي ساهت جي شيوا ۾ اڳرا آهن. ساڳيءَ طرح بمبئيءَ ۾ بزرگ ساهتڪارن ۾: سروشري لعلچند امرڏنو مل (هاڻي سرڳواس)، پروفيسر عزيز (هاڻي سرڳواس)، پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، گوبند مالهي، پروفيسر رام پنجواڻي، ڏرمداس ڪشنريا، پروفيسر ناگراڻي، پرنسيپال اجواڻي (هاڻي سرڳواس)، آسانند مامتورا وغيره اڳرا هئا. نوجوانن ۾: شري موهن ڪلپنا، ڪرشن راهي، گنو سامتاڻي، لعل پشپ،

ڪويتا پشپ، پوپٽي هيراننداڻي، موتي پرڪاش، ڪلا پرڪاش، اُتم، سندري اُتمچنداڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي وغيره تمام گهڻو اڀـرا هئا. اجمير ۾ بزرگ ساهتڪارن ۾ ميلارام منگترام واسواڻـي، فتحچند واسواڻي، ديودت شرما، پريداس برهمچاري وغيره سنڌيءَ لاءِ چڱو پارٽ پتوڙيو. نوجوانن ۾ ايشور چندر ۽ گوورڌن ڀارتي وغيره سنڌي ادب ۾ اڀرا رهيا. پوني ۾ نوجوانن ۾ ايشوري جوتواڻي ساهت جي شيوا ڪئي ته ڪشنچند جيٽلي وري ڪوجنا جـي ڏس ۾ اڀرو رهيو. ڀوپال ۽ بڙواڳڙهه ۾ ڪيڏلداس فاني، روپڪماز گهايل، قيمت هريسنگهاڻي ۽ خوبچند ڀاڳل پريمي ادب جي جوت جڳائي. ساڳيءَ طرح گانڌيڌام ۾ بزرگن ۾ هري دلگير، هوندراج دکايـل، وشنو شرما جـي نظرداريءَ هيٺ نوجوان ساهتڪار هريش واسواڻي، ستيش روهڙا (هاڻي ڊاڪٽر ستيش روهڙا) ڪافـي اڳتي وڪـ وڌائي. انهن شهرن کانسواءِ احمدآباد، بڙودي، جئپور، ناگپور ۽ رائپور وغيره ۾ بـ ٿورو ڪي گهڻو ڪم ٿيو، پر ڪٿي ڪٿي وري ڪي سنڌي ادب جا ڪي ڏيا ٻٽي ٽمڪيا جن هر طوفان جو مقابلو ڪندي بہ سنڌي ساهت کي املهه ماڻڪ ڏنا آهـن ۽ اج بہ ڏيئي رهيا آهـن انهن ۾ خاص طور ڪرشن کٽواڻـي اندور، بسندر اگناڻـي جئپور، گوبندرام رائسنگهاڻي جلگانو (هاڻي اندور)، جينت ريلواڻـي

(راجڪوٽ)، اُلھاسنگر ۾ اڪيلي سر لوڪ ساھت جو ڪم ڪندڙ نارائڻ پارتي، ڪلڪتي ۾ لکمي ڪلاٽي، بنارس ۾ ڊاڪٽر نارائڻ سامتاڻي، ۽ ڊاڪٽر جيرامداس دولترام (پوءِ پلي ھو صاحب ڪٿي ٻه رھيو ھجي).

اڄ اسين جيڪڏھن ١٩٤٧ کان ١٩٦٧ جي عرصي جون سنڌي اخبارون کڻي ڏسنداسين ته ان وقت سنڌي اديب ڪافي سرگرم ھئا. خاص ڪري دھلي، بمبئي، گانڌيڌام، اجمير ۽ بمبئي وغيره. ھفتيوار يا ماھيانا ادبي - ڪلاس بزرگ ۽ نوجوان ساھتڪارن سان پر پل ھوندا ھئا. انھن ادبي - ڪلاسن ۾ اديب پنھنجيون رچنائون - ڪويتا، ڪھاڻي يا ليک وغيره پڙھندا ھئا ۽ پوءِ ڏور ايندو ھئو تنقيد جو. اھا تنقيد نه ھلان ھوندي ھئي ۽ نه ھلان سمجھي ويندي ھئي (گھڻ ۾ گھڻ دھليءَ ۾ ڪيترن ئي اھڙن ادبي - ڪلاسن جا پيارا نظارا اڄ ٻه اکين اڳيان تري ٿا اچن). انڪري انھن ادبي - ڪلاسن مان ڪيترا نوس نتيجا نڪتا. خاص ڪري نوجوان اديب انھن ادبي ميڙن روپي ڪُورن مان سون وانگر چمڪي نڪتا. تنقيد ۾ پاڳه ونڻ جي خيال کان وري ھنن ۾ اڀياس جي عادت پيئي ۽ ھنن ٻين ٻولين جي ساھت جو پڻ اڀياس ڪيو. ان ساھت کي ڇپائڻ لاءِ پڻ ڪيتريون ھفتيوار، ماھيانيون، ٽماھي وغيره مخزنون نڪتيون. جن ۾ ھندواسي ھفتيوار شروعاتي دور ۾ چڱي شيوا ڪئي.

اِنڪلابي ڪهاڻي ( سمپادڪ ڄڳت آڏواڻي )، ڪونج ( سمپادڪ هري موٽواڻي )، سنڌي ٽائيمس ( سمپادڪ نارائڻ ڀارتي )، پرهه ڦٽي ( سمپادڪ لعل پشپ ) ۽ دهليءَ مان ۱۹۵۷ ۾ ٻوڙڪ ٽماهي رسالو نڪتو جنهن جا ايڊيٽر درگو اچناڻي ۽ پرسو گدواڻي هئا.

اُنهن ادبي ميڙن ۾ سنڌي ساهتڪار اِن ڳالهه کان واقف ٿيا ته ٻين ٻولين جا اديب مرڪزي سرڪار ۽ راڄيه سرڪارن کان انيڪ فائدا حاصل ڪري رهيا آهن. ۽ هو پڻ سنڌيءَ کي تسليم ڪرائڻ لاءِ سوچڻ لاءِ مجبور ٿيا. تسليميءَ جو تحرڪ اهنسڪ ۽ وڏانڪ هئو.

هن ڏهاڪي ۾ هڪ ٻي وڏي ڪاميابي جا سنڌيءَ کي ملي اُها هئي سنڌيءَ جي کوجنائمڪ ادب ۾ سرگرمي. هن ڪاري جو مکيه مرڪز هئو پونو. ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ کوجنا ڪاري لاءِ جاڳرتا آڻڻ جي جس جو ڀاڱي سچو پچو ڊاڪٽر خوبچنداڻي آهي ۽ اِهو سنڌي وڀاڳ کولائڻ جو شرف وري آهي اسان جي بزرگ کوجنيڪ ڊاڪٽر ڄيرامداس دولترام کي. اِنڪلابي سنڌو کوجنا ڪيندر پوني جي کوجنا جي ڏس ۾ هڪ هٽي پٽي رهي آهي. سنڌي ٻوليءَ کانسواءِ سنڌي ادب سان واسطو رکندڙ وشيه تي پڻ ٻهراڻ پي. ايڇ. ڊي هن ڏهاڪي ۾ عطا ٿي. جنهن جو شرف هن مقالي جي ليکڪ آهي جنهن جنهن

'A comparative study of Hindi and Sindhi Sufi poets'
تي ساگر يونيورسٽيءَ مان ٽين ڊسمبر ۱۹٦٦ تي Ph. D
حاصل ڪئي.

آخر ۱۰ اپريل ۱۹٦۷ ڌاري چنڊ جي ڏينهن سنڌي ٻوليءَ کي ڀارت جي وڌان جي آٺين شيڊول ۾ ۱۵ ٻولي ڪري تسليم ڪيو ويو.

اِن تسليميءَ سان گڏ اِن تحرڪ جي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ کي ڪجهه ٻيا به فائدا مليا. جيئن تہ ۱۹۵۷ ۾ ساهت اڪاڊميءَ سنڌيءَ کي تسليم ڪيو ۽ پهريون اِنعام شري تيرٿ بسنت کي ۱۹۵۹ ۾ مليو. ۱۹۵۸ ۾ آل اِنڊيا ريڊيو جي بمبئي اِسٽيشن تان اڌ ڪلاڪ جو سنڌي پروگرام شروع ٿيو. ۱۹٦۴ ۾ پوني جي ڊيڪن ڪاليج، پوسٽ گرئجوئيٽ ۽ ريسرچ اِنسٽيٽيوٽ ۾ سنڌي ڀاشا وگيان جو هڪ ننڍڙو وڀاڳ کليو. اِن ننڍڙي وڀاڳ ڀارت ۾ سنڌي کوجنا ڪاريہ جي ڏس ۾ چڱي سجاڳي آندي ۽ ڪيترن ئي نوجوانن کي ڊيڪن ڪاليج مان کوجنا جي تربيت ملي ۽ اڄ هو اهم عهدن تي آهن ۽ سنڌيءَ جو ڪاريہ ڪري رهيا آهن.

## تسليميءَ جو نتيجو

ڀارت جي وڌان جي آٺين شيڊول ۾ تسليم ٿيل ٻولين مان سنسڪرت، اُردو ۽ سنڌي ئي اهڙيون ٻوليون آهن جن کي پنهنجو ڪو پرديش ڪونہ آهي.

ٻن ٻولين جي پيٽ ۾ سنڌي گھڻو ڀرو سي (Precarious) جي حالت ۾ آهي. سواءِ ڪن ٽورن ٻوليوار - ٻيٽن (Language Islands) جي سنڌي ڳالهائيندڙ پارٽ جي سيني وڏن شهرن ۽ ڪيترن ئي ننڍين شهرن ۽ ڳوٺن ۾ وسيل آهن. وڏان جي تسليمي هوندي به ۽ ڪن هنڌ اِچا هوندي به سنڌي ٻار سنڌيءَ ۾ تعليم وٺڻ کان محروم آهن. سنڌي ڪٿهن به پرديش جي سرڪاري ڪم ڪار جي ٻولي ڪونه آهي ۽ نه ئي وري مرڪز ۾ ڪا سنڌيءَ کي اهم جاءِ آهي. سنڌيءَ جي گرئجوئيٽ کي نوڪريءَ جي معاملي ۾ ماستريءَ کان وڌيڪ اُميد رکڻ جي جرئت نٿي ٿئي ۽ جنهن سنڌي ماڌيم سان پاس ڪئي آهي اُهو راجيه يا قومي سطح تي ٿيندڙ چٽاڀيٽين ۾ هو ٻاڻ کي گھڻو ٻوڙيل ٿو محسوس ڪري.

## ۱۹۶۷-۱۹۷۷ وارو دؤر

۱۹۶۷ ۾ سنڌيءَ کي پارلت جي اٺين شيڊول ۾ تسليم ڪيو ويو. سڀاويڪ هئو ته هاڻي سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ٿئي ها ته اِنلاءِ سڀ راهون کليل هيون. پر آشا جي اُبتڙ ئي ٿيو. لپيءَ جي ڀوت هن وقت پنهنجو اصلي روپ ظاهر ڪيو. عربي - فارسي لپيءَ جا سمرٿڪ ۽ ديوناگري لپيءَ جا سمرٿڪ اُگھاڙيون ترارون کڻي جنگ جي ميدان ۾ گھڙي پيا. اڳرائي ڪنهن ڪئي اِن جي تهه ۾ وڃڻ منهنجو وشيه نه آهي پر حقيقت اِها آهي ته لپيءَ جي لڙائي سنڌي ٻوليءَ

لاءِ سڄو ٻڇو هاڃيڪار ثابت ٿي. لپيءَ جي جهڳڙي جي گهٽڻ سبب مان شايد هڪ اِهو ٻه هئو ته ٻين ٻولين سان گڏ سنڌي ٻوليءَ جي وڪاس لاءِ ٻه مرڪزي سرڪار هڪ ڪروڙ روپيه منظور ڪيا.

اِنهن سڀني رڪاوٽن ۽ مشڪلاتن هوندي ٻه سنڌي ٻوليءَ جي تسليميءَ جا ڪيترائي فائدا جي پنهنجو پاڻهي ملڻا هئا سي سياويڪ ملندا رهيا. سينٽرل اِنسٽيٽيوٽ آف اِنڊين لئنگويجز مئسور جي زير سايع ويسٽرن لئنگويجز سينٽر ڊيڪن ڪاليج ۾ کليو. اُن ۾ سنڌي وڀاڳ پڻ کليو. مهاراشٽر، مڌيه پرديش، گجرات ۽ راجستان ۾ مڪاني ٻولين ۽ ڪن ٻين ٻولين سان گڏ سنڌي درسي ڪتاب تيار ٿيا آهن ۽ ٿي رهيا آهن. سنڌيءَ جي پروفيسر جي هڪ پوسٽ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ کولي وئي آهي ۽ ۱۹۷۱ جي لڳ ڀڳ اُتي سنڌيءَ ۾ M.A. جي پڙهائي پڻ شروع ٿي آهي. آل اِنڊيا ريڊيو تان پڻ ڪيترائي پروگرام شروع ڪيا ويا آهن.

ساڳيءَ طرح ڀارت جي وڏن جي ٻين ٻولين سان گڏ قومي سطح تي ٽينڊز يا راجيه سرڪارين وغيره طرفان ٽينڊز ڪيترن ئي قسمن جي اِنعامن يا ٻين پروگرامن ۾ سنڌيءَ کي پنهنجو پاڻهي شامل ڪيو ويو جيئن ته اين. سي. آر. ٽي. تعليمي کاتو ڀارت سرڪار طرفان نون اديبن جا اِنعام يا پارتيه گيان پيٺ وغيره

اِنعامن ۾ سنڌيءَ کي جوڳي جاءِ ڏني ويئي.

ڏنو وڃي ته هن پوئين ڏهاڪي ۾ سنڌين کي ادبي ۽ تمدني حق حاصل ڪرڻ لاءِ خاص جدوجهد ڪونه ڪرڻي پيئي آهي، پر حقيقتن جو جائزو وٺجي ته ڏسڻ ۾ ايندو ته سنڌي ٻولي اڄ ريس ڪرڻ جي حالت ۾ بلڪل ڪين آهي. حقيقي نقطي نگاهه کان ڏسجي ته سنڌي پڙهندڙ شاگردن جو انداز سيني پرائمري جي اسڪولن ۾ گهٽجندڙ آهي. جيڪي اسڪول ٻهراڻ ٻن ڏهاڪن ۾ خوب وڌي ويجهي رهيا هئا اُهي اڄ پوئين پساهن تي آهن. شاگردن ۽ مائٽن جو لاڙو انگريزي اسڪولن ڏانهن آهي. جيتوڻيڪ اِهو لاڙو اڄ ڀارت ۾ سيني ٻولين جي ڳالهائيندڙن جو آهي. پر سنڌين لاءِ اِهو خاص فڪر جو باعث آهي. اِهو اِنڪري آهي جو سنڌين کي پنهنجو ڪو پرديش ڪونه آهي. پر وڌي نراشا واري ڳالهه اها آهي تہ اڄ اُهي نوجوان اديب جن کي بزرگن تيار ڪيو ۽ اُهي خود بزرگيءَ ڏانهن وک وڌائي رهيا آهن اُهي اڄ پنهنجي فرض ڏانهن سجاڳ نه آهن. هو پنهنجي پنيان ايندڙ پيڙهي تيار ڪرڻ جي ڏس ۾ ڪو به نوس قدم نه کڻي رهيا آهن. ڪنهن به ادبي ـ ڪلاس يا ڪوجنا ـ ڪلاس ۾ نوجوانن جو تعداد نه ـ برابر آهي. اِنڪري سيني کان اهميت واري ڳالهه جنهن ڏانهن سيني کي ڌيان ڏيڻ کپي اُها آهي ته سنڌي سيائن ۽ ساهتڪ ميڙن کي وري جيئارڻ

ڪيو. اِن ڏس ۾ نوجوان اديب جيڪي بزرگيءَ ڏانهن وک وڌائي رهيا آهن اُنهن کي پنهنجا فرض پورا ڪرڻا پوندا ۽ ايندڙ پيڙهي تيار ڪرڻي پوندي. نوجوان اديبن جي همت افزائي ڪرڻي پوندي.

اِنهن ساهتڪ ميڙن کان سواءِ ٻيا وڏا ڪيندر يا وسيلا ( Sources ) جتان اسان کي ڪچو مـال ملي سگهي ٿو اُهي آهن سنڌي اسڪول يا ڪاليج. اسانجا پراڻا دستاويز ٻڌائين ٿا ته ڪنهن وقت ڊي. جي. سنڌ ڪاليج جي مسلمنيءَ ڪيئن نه سنڌي ادب ۾ اهميت ڀريو ڪم ڪيو. ساڳيءَ طرح اسانکي اِنهن ڪيندرن ڏانهن پڻ ڌيان ڏيڻ گهرجي. اُستاد صاحبن کي قابل ۽ هوشيار شاگردن کي ڳولهي اُنهن جـي همت افزائي ڪرڻ کپي ۽ سنڌي رچنائن لکڻ لاءِ اُنهن جي من ۾ رچي پيدا ڪرڻ کپي ۽ شروعاتي دور ۾ هنن جـي رهنمائي پڻ ڪرڻ کپي.

سنڌي ٻوليءَ جي هن دور ۾ وڏي ۾ وڏي نراس ڪندڙ مورت نظر ايندي آهـي کوجناتمڪ ادب ۾. سنڌ جي اِتهاس، تمدن وغيره جي انيڪ پهلن کـي هٿ به نه لاتو ويو آهي.

پڇاڙيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ساهت جـي گهڻ گهرن کي هن پوتاميلي مقالي جـي اڀياس ڪرڻ کانپوءِ ٿڌي دماغ سان سوچڻ گهرجي ته هنن ٽيهن سالن ۾ اسان ڇا وڃايو آهي ۽ ڇا ورتو آهي ۽ آئيندي لاءِ ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت جي واڌاري لاءِ پڪي پيڙهه قائم ڪرڻ لاءِ ڪو اُدم ڪرڻ گهرجي.

# سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن جي نالن جو ٻولياڻي اڀياس

تواريخ جا ورق ورائڻ سان ڄاڻ ملي ٿي ته سنڌ هڪ اهڙو پرديش رهيو آهي جنهن تي ڀارت جي ٻين ڀاڱن جي ڀيٽ ۾ دارين جي ڪاهن جو گهڻو اثر پيو آهي. انهن ڪاهن جي ڪري سنڌ ڪيترين ئي سڀيتائن جي اثر هيٺ آئي آهي. انهن ڪاهن ڪندڙن مان ڪيترا ته نهي ئي سنڌ ۾ راڄ ڪرڻ به ويٺا، جن سنڌي سڀيتا جي ڪيترن پهلن کي پنهنجو ڪيو پر ساڳئي وقت ڪيترو ڪجهه سنڌ کي ڏنو پڻ. سڀيتا جي مڙني پهلن جو اڀياس ان نقطي نگاهه کان ڪري سگهجي ٿو. هن مقالي ۾ مان هڪڙي تمام ننڍي پر اهميت ڀري پهلوءَ جو اڀياس پيش ڪري رهيو آهيان.

سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن جا نالا اسانکي ڪيترا ئـي ثبوت ڏين ٿا ته سنڌ تي ڪيترين ئي ٻولين جا اثـر رهيا. مان هن مقالي ۾ ڳوٺن ۽ شهرن جي نالن جو اڀياس فقط ٻوليائي لحاظ کان ڪري رهيو آهيان. جيتوڻيڪ ڳوٺن ۽ شهرن جو اڀياس ٻين ڪيترن ئي پهلن کان ڪري سگهجي ٿو.

## ١- ڳوٺن ۽ شهرن جي نالن جي بناوت

سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن جي نالن جو اڀياس ڪرڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته گهڻي ڀاڱي نالن ۾ ٻه جزا آهن. جيئن ته ٽنڊو - آدم، ٽنڊو - جام، ڪـوٽ - ڏيجي، ڪنڊ - ڪوٽ، ڳڙهي - عـادو شاهه، پٺـو ڳڙهي، پڊجو - ديرو، شڪار - پور، حيدر - آباد، خان - واهڻ، ماڇڪي - ڳوٺ، سيتا - روڊ وغيره. اِنهن سڀني نالن ۾ ڏسڻ ۾ ايندو ته ٽنڊو، ڪوٽ، ڳڙهي، ديرو، پور، آباد، واهڻ، ڳوٺ، روڊ، اهڙا جـزا آهـن جيڪي ڪيترن ئي نالن ۾ وري اچن ٿا. يعني اِهي نالن جو اهڙو جزو آهن جيڪي ڪو ٻه نالو ڏسڻ سان اِهو آڀياس ڏين ٿا ته اِهو نالو ڪنهن ڳوٺ يا شهر جو آهي. اِنهن ۾ ٻه ٽنڊو ۽ ڳڙهي اهڙا آهن جيڪي شهر يا ڳوٺ جي نالي جي اڳياڙيءَ ۾ اچن ٿا. ۽ ڪوٽ، ديرو، پور، آباد، واهڻ، ڳوٺ ۽ روڊ نالي جـي پڇاڙيءَ ۾ اچن ٿا. پر ڪوٽ اڳيان ۽ پنيان ٻنهي مثـال ڪنڊ ڪوٽ ۾ پنيان ۽ ڪوٽ - ڏيجيءَ ۾ اڳيان ٿو اچي.

١٠١ ٻي هڪ خوبي جا نالن جو اڀياس ڪندي اسانکي نظر اچي ٿي اُها هيءَ آهي تہ گهڻي ڀاڱي ڳوٺن ۽ شهرن جا نالا ماڻهن جي نالن جي اڳيان يا پٺيان اِهي اڳياڙيون يا پڇاڙيون جوڙڻ سان ٺهن ٿا .

### ١٠١٠١ ٽنڊو

ٽنڊو آدم، ٽنڊو محمدخان، ٽنڊو الهيار، ٽنڊو باگو، ٽنڊو جام وغيره ۾ آدم، محمد خان، الهيار، باگو، جام ماڻهن جا ئي نالا آهن.

### ٢٠١٠١ ڪوٽ

ڪوٽ لعلو، امرڪوٽ، شاهوڪوٽ، اِسلامڪوٽ، ڪنڊڪوٽ ۽ ٺٽون ڪوٽ ۾ لعلو، امر، شاهو تہ شخص جا ئي نالا آهن پر اِسلام، ڪنڊ ۽ ٺٽون شخص جا نالا نہ آهن.

### ٣٠١٠١ ڳڙهي

ڳڙهي عادوشاهہ، ڳڙهي ياسين ۾ عادوشاهہ ۽ ياسين تہ شخصي نالا آهن پر پٺو ڳڙهيءَ ۾ پٺو ڪنهن پرواز جو سرنيم آهي.

### ٤٠١٠١ ديرو

پنجو ديرو، رتو ديرو، بنگل ديرو ۾ پنجو، رتو ۽ بنگل شخص جا نالا آهن.

### ٥٠١٠١ پور

شڪارپور، شاهپور، مرکپور، ميرپور، خانپور،

أنڙپور، محرابپور، راڻيپور، شهدادپور ۽ ٻيداپور ۾ شاهه، مرکه، مير، خان، أنڙ، محراب، شهداد ۽ ٻيدا ته شخصن جا نالا آهن باقي شڪارپور ۽ راڻيپور ۾ شڪار شايد شڪار سان وابسط آهي باقي راڻي چئي نٿو سگهجي. جيتوڻيڪ اِمڪان اِهو ئي ٿو لڳي ته ڪنهن جو نالو ئي آهي. چاڪاڻ ته هندو ۾ اڄ به راڻي مونث نالو ملي ٿو.

## ۱۰۱۰٦ آباد

حيدرآباد، خداباد، روشناباد ۾ حيدر، خدا (خدابخش وغيره) ۽ روشن شخصن جا ئي نالا آهن.

## ۱۰۱۰۷ ڳوٺ

ڳوٺ پڇاڙيءَ سان جڙندڙ نالا به ايڪڙ ٻيڪڙ نالن ڪانسواء شخصن جي نالن ڪانسواء شخصن جي نالن سان ئي جڙن ٿا. مثال: همايون ڳوٺ، داد لغاري ڳوٺ ۾ همايون ۽ داد لغاري شخصن جا ئي نالا آهن. باقي ماڇڪي ڳوٺ ۾ ٿي سگهي ٿو ماڇين جي ذات پنيان هجي پر جي اِئين هجي ها ته ماڇي ڳوٺ هجي ها. سنڌ ڪان ٻري هٽڻ ڪري اِن باري ۾ ڪجهه پڪ سان چئي نٿو سگهجي. ساڳيءَ طرح ڪوٽلي ڳوٺ به ٿي سگهي ٿو ڪنهن ذات جي پنيان هجي.

## ۱۰۱۰۸ واهڻ

سنڌيءَ ۾ ننڍڙي ڳوٺ کي واهڻ چئبو آهي.

خانواهڻ ۽ عاليواهڻ ۾ خان ۽ عالي شخص جا نالا آهن ۽ واهڻ اِنهن ڳوٺن جي پڇاڙي تي ڪم آئي آهي.

## ٩٠١٠١ روڊ

انگريزن جي اچڻ کان اڳ جڏهن سنڌ ۾ ريلوي لائينون نه هيون ته ڪي اهڙيون اسٽيشنون نه هيون جيڪي ڳوٺن کان ٿورو پريريون هيون انهن کي روڊ ڳنڍيي اسٽيشن جو نالو رکيو ويو. پر پوء آهستي آهستي وقت جي دوران ۾ ڳوٺ ئي اسٽيشن تائين وڌندا ويا. سيتا روڊ، لکا روڊ، ڊرگ روڊ، سمرائو روڊ اسٽيشن جا ئي نالا آهن.

اِنهن کانسواء ڪي بيا اهڙا به نالا آهن جن سان بندر لفظ جوڙيل آهي. مثال گدو بندر، ڪيٽي بندر ۽ شاهبندر. ٿي سگهي ٿو بيا به ڪي اهڙا نالا هجن. اِنهن ۾ گدو بندر جي اِتهاس جي سيدي ڪي خبر آهي ته حيدرآباد جو قلعو ٺهڻ وقت سنڌو نديءَ جي جنهن ڪپ تي ديوان گدومل جون ٻيڙيون اچي لنگر هڻنديون هيون، اُن جڳهه کي ئي گدو بندر چيو ويو. باقي ڪيٽي بندر ۽ شاهبندر به مان سمجهان ٿو ته ڳوٺن ۽ شهرن جا نالا نه آهن. پر اُن ۾ منهنجي ڄاڻ اڌوري آهي.

## ٢- بي در جيوار ( Unclassified ) ڳوٺن جا نالا

ڳوٺن ۽ شهرن جا نالا جن جي بناوت جو مٿي ذڪر

ڪيو ويو آهي اُنهن ڪانسواءِ ٻيا ٻه ڪي اهڙا نالا آهن جن کي درجي وار (classify) نٿو ڪري سگهجي.
پر اُنهن جو اڀياس ڪرڻ سان ڏسبو ته اُهي ٻه ڪنهن نه ڪنهن قاعدي يا سبب تي آڌار رکن ٿا. اهڙن نالن کي هيٺينءَ ريت ورهائي سگهجي ٿو:

### ۱.۲ فقط شخصي نالا

ڄام صاحب، ڏاڏو، گدو، مورو وغيره اهڙا نالا آهن جيڪي سواءِ ڪنهن اڳياڙيءَ ۽ پڇاڙيءَ جوڙڻ جي فقط شخصي نالن جي پنيان ٿي مشهور آهن.

### ۲.۲ ذاتين جي نالن پٺيان

گهوٽڪي شهر گهوٽڪ ذات جي پٺيان مشهور ٿيو ته وري لاڙڪاڻو لاڙڪ ذات جي پٺيان سڏيو ويو. ساڳيءَ طرح ٻني عاقل وري ٻناڻن جي هڪ ذات ٻنيءَ پٺيان سڏيو ويو.

### ۳.۲ ٻولين جي آڌار تي

۱.۳.۲ ڪيترن ڳوٺن يا شهرن جا نالا ڪن ٻولين جي لفظن جي آڌار تي ٿيا آهن. مثال طور پپري، آمري ۽ کوٽڙيءَ جو بڻ بنياد سنسڪرت ۾ ملي ٿو. دراز، آراضي ۽ باغبان وري فارسي ٻوليءَ جا لفظ آهن. سيني ڪان مڙي جي ڳالهه ته اِها آهي ته دراوڙ ٻوليءَ جو لفظ ٽنبو بڻ سنڌيءَ ۾ آهي.

۰۳ پڇاڙيءَ ۾ ايترو چوڻ ضروري ٿو سمجهان ته

سنڌ کان سوين ميل پري رهي سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن جي ناٺن جو اڀياس ڪرڻ ۾ ڪافي مشڪلاتون درپيش آيون اٿم. اسناد ڪٺي ڪرڻ ۾ اٽڪل ٢٠٠ ڪـــن ڪتاب ڏسڻا پيا اٿم. اِن ڪانسواءِ ڪيترن نالن جـــي نيڪ اُچار لاءِ ڪيترن اُي ساٿين ۽ بزرگن مدد ڪئي اٿم. اِن هوندي به مان پڪيءَ پت چاڻان تو ته اِن مقالي ۾ ڪيتريون ڪميون آهن. ●

# ورهاڱي جو سنڌي نالن تي اثر

اڄ سنڌين کي سنڌ مان آئي اٽڪل ٣٠ سال ٿيا آهن. ان ٽين پتي صديءَ جي عرصي ۾ گهڻي ڀاڱي سنڌي ٿائينڪا ٿي ويا آهن. زندگيءَ جي ڪيترن ئي پهلن کي ڏسجي ته هنن ۾ ڪيترائي ڦيرا آيا آهن. تهذيبي نظرئي کان ڏٺو وڃي ته اڄ کان ٣٠ سال اڳ ۾ ۽ اڄ ۾ تمام گهڻي ڦير گهير نظر ايندي. ڀاشا وگيان جي خيال کان سنڌي ٻوليءَ جي گهڻن ئي پهلن ۾ آيل ڦير گهير جو اڀياس ڪري سگهجي ٿو. هت مان فقط سنڌي نالن تي پيل اثرن جو اڀياس پيش ڪيان ٿو.

١. هن مقالي ۾ ورهاڱي کان پهرين ۽ ورهاڱي کانپوءِ جي سنڌي هندن جي نالن جي ڀيٽ ڪئي ويئي آهي. سن ١٩٤٧ کانپوءِ سنڌ مان اچڻ کان پوءِ سنڌي

ڀارت جي گھڻي ڀاڱي سيني ڀاڱن ۾ وسي ويا آهن.
پر انهن هوندي به، مکيه طور مهاراشٽر، گجرات،
راجستان، مڌيه پرديش ۽ اُتر پرديش ۾ ئي وسيا آهن.
جتي به سنڌي رهيا آهن، اُتي مڪاني ماحول ۽
مڪاني ماڻهن سان انهن جو گهڻو سنبنڌ (contact)
پئي رهيو آهي. سياوڪ آهي ته سنڌين تي هنن جو
اثر پئي ٿيو آهي. هيءُ اثر ٻين ڳالهين ســان گڏوگڏ
سنڌي نالن تي پڻ ٿيو آهي. هتي سنڌي نالن تي پيل
اثر جي مکيه پهلن (Prominent trends) جوئي اڀياس
ڪيو ويو آهي. اشتثنا ( Exception ) کي هتي خيال
۾ نه رکيو ويو آهي.

۲. هن مقالي ۾ پيش ڪيل اوائلي اســناد
( Basic data ) سينٽ ميران هاءِ اسڪول پوني مان
ڪٺو ڪيو ويو آهي. اسڪول ۱۹۴۸-۴۹ ۾ شروع ٿيو.
اسڪول جو جنرل داخلا رجسٽر ئي هن اسناد جو مکيه
وسيلو رهيو آهي. هن اسڪول ۾ پڙهندڙ سڀ شاگرد
سنڌي آهن. هن اسڪول ۾ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ٻئي
پڙهندا آهن. جيئن ته داخلا رجسٽر ۾ شاگردن جي جنم
جي تاريخ ۽ جمڻ جو هنڌ درج ڪيل آهي. انڪري
سيني سنڌي نالن کي ٻن گروپن ۾ ورهائڻ سولو هـو.
شروعات ۾ ائين سوچيو ويو هو تــه فقط مٿي ڄاڻايل
اسڪول مان گڏ ڪيل اِسناد جي آڌار تي ئي ڪيل
نتيجا هن مقالي ۾ درج ڪيا ويندا. پر ڇيد (analysis)

ڪرڻ تي ائين ڏنو ويو ته فقط اِن محدود اسناد جي آڌار تي ڪيترا عيان ( obvious ) نتيجا نڪتي ملـيا . انڪري بئي اسناد جنهن تائين ليکڪ جي پهچ هئي ان کي پڻ ڪتب آندو ويو آهي .

٣. اِن کان اڳير ته مان مقالي جي وچور ( details ) تي اچان، مان سمجهان ٿو ته سنڌي نالن جي بناوت تي روشني وجهڻ ضروري آهي.

اسانجا سنڌي نالا ٻن جزن ( elements ) جا ٺهيل آهن . رواجي طرح سنڌي نالن جو پهريون جزو ئي ائين سمجهڻ کپي ته نالي جو مکيه ۽ اهم جزو آهي ۽ ٻيون جزو ان جي پڇاڙيءَ طور ڪتب اچي ٿو. هن ڳالهه کي ڪجهه مثال ڏيئي سمجهائي سگهجي ٿو. ڪشن - چند، چيت - مل، رام - داس، هوند - راج، چيتو - مل، صاحب - سنگهه، وغيره نالن ۾ اصلي نالا ڪشن، چيتو يا چيت، رام، هوند، چيتو ۽ صاحب وغيره آهن . پر جيڪي انهن نالن ۾ چند، مل، داس، راج، سنگهه وغيره جزا ڳنڍيل آهن، اهي ٻار کان عمر يا عهدي ( status ) ۾ وڏي لاءِ عزت ڏيڻ جي حالت ۾ ڪتب آندا ويندا آهن .

هت ان حقيقت جو بيان ڪرڻ ضروري آهي ته ڪنهن وقت اهو ٻيون جزو سچي نالي جو اڻ ونڊئو (integrated) حصو هو. مثال رام داس معنيٰ رام جو

داس يا ڀڳت، جڳتراءِ معنيٰ سنسار تي راڄ ڪندڙ يا پرسو رام جو هڪ پراڻڪ ڪردار وغيره. پر وقت جي دوران ۾ نالن جي انهن ٻئين نمبر جزن پنهنجي معنيٰ وڃائي ڇڏي ۽ رسمي (fossilized) ٿي پيا. (هن باري ۾ وڌيڪ پڙهو ڊاڪٽر يشوڌرا واڌواڻيءَ جو مقالو ڇپيل هندواسي سنڌي ويڪلي ١٥ اپريل ١٩٧٣ع).

مونث نالن ۾ ٻه نالن جو ٻيون جزو ديوي، بائي، ڪؤر، يا ڪماري مان ڪو به هڪ ٿي سگهي ٿو.

## ا- سنڌي نالن جو ورڇڪرڻ

مذڪر نالن جا ٻيان جزا اٽڪل ٻارهان آهن. رام، داس، مل، چند، لعل يا لال، راءِ، راڄ، ڪمار ۽ دت پر مونث نالن جا ٻيان نمبر جزا ڪل چار آهن. ديوي، ڪؤر، بائي ۽ ڪماري. پر مونث ۽ مذڪر نالن جا پهريان جزا محدود نه آهن. پر اهي ڪي خاص ڪارب (Patterns) ڏيکارين ٿا جن جو بيان هيٺ ڪجي ٿو.

### ١.١ هفتن جا ڏينهن

ورهاڱي کان اڳ منگلداس ۽ ٻڌرمل نالا چڱا عام هئا. اهي ٻئي ورهاڱي کانپوءِ نٿا ملن.

### ٢.١ سالن جا مهنا

سنڌ ۾ ڪيترائي اهڙا نالا رکيا ويندا هئا ۽ انهن نالن جو انداز به چڱو گهڻو مليو آهي. چيتومل،

چيٽي ٻائي ۽ جيٺمل، جيٺي ٻائي، ساٺوڻ مل، آسومل، ٻوهومل، ڦگڻ مل، منگهن مل، منگهومل، منگهي ٻائي تمام گهڻو عام هئا، پر عجب جي ڳالهه آهي ته اهي نالا ورهاڱي جي اِنساد ۾ نه ٿا ملن. ٿي سگهي ٿو ته مهراڄن اهي نالا رکيا هجن ۾ مائٽن يا خود ٻارن پنهنجا نالا مٽائي وڌيڪ هاڻوڪا نالا رکيا هجن.

## ۳۰۱ قدرت

ورهاڱي کان اڳ ۽ ورهاڱي کان پوءِ جي سنڌي نالن ۾ ڪيترائي اهڙا نالا ملن ٿا جن جو قدرت جي ڪنهن نه ڪنهن پداوت سان سڌو واسطو آهي. هتي انهن مان مکيه پدارٿن تي روشني وڌي ويندي.

### ۱۰۳۰۱ سج

ورهاڱي کان اڳ جي نالن ۾ فقط سورجمل ئي هڪ اهڙو نالو مليو آهي جنهنجو واسطو سج سان آهي. ورهاڱي کانپوءِ سورجيان، روي ۽ ڀاسڪر اهڙا نالا آهن جي نوان داخل ٿيندڙ (Entrants) آهن.

### ۲۰۳۰۱ چنڊ

ورهاڱي کان اڳ چندر، چندرو، چاندومل، چڱا عام مذڪر نالا هوندا هئا. پر ورهاڱي کانپوءِ انهن وڌ ۾ڪ شڌ سنسڪرت جو روپ اختيار ڪيو آهي.

### ۳۰۳۰۱ پرهه ڦٽي

سنسڪرت ۾ پرهه ڦٽيءَ کي اُشا چئبو آهي. اُشا

نالو ورهاڱي کانپوءِ ۽ ورهاڱي کان اڳ چڱو ملي ٿو.

### ١.٣.٤ تارا ۽ نکشتر

ورهاڱي کان اڳ جو اِسناد ذڪاري ٿو ته تارا مونث ۽ مذڪر نالا رکڻ جو ڪافي سولو وسيلو (Source) هئا. تارو، تاراچند، تارومل وغيره ڪافي عام هوندا هئا. پر ورهاڱي کانپوءِ هيءَ نالا منهنجي اسناد ۾ نٿا ملن. ٿي سگهي ٿو ته ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ نالا هجن.

مونث نالن ۾ تارا نالو ورهاڱي کان اڳ ۽ ورهاڱي کانپوءِ ساڳيو ئي استان رکي ٿو.

### ١.٣.٤.١ نکشتر

مولو، مولچند، مولراءِ، مذڪر نالا ۽ مولي بائي مونث نالو مول نکشتر جي بنياد ئي رکيل آهي. پر ورهاڱي کان پوءِ اهي نالا نٿا ملن. اڄڪلهه مونث نالن ۾ روهڻي نالو به ملي ٿو.

### ١.٣.٥ نديون

ورهاڱي کان اڳ گنگا، جمنا ۽ سرسوتي مونث نالا عام جام هوندا هئا. ساڳيءَ طرح گنگارام ۽ جمناداس پڻ چڱي انداز ۾ هوندا هئا. اهي سڀ نالا ورهاڱي کان پوءِ پڻ لڳ ڀڳ ساڳيءَ جهجهائيءَ ۾ ملن ٿا.

اها هڪ عجب جي ڳالهه آهي ته سنڌونديءَ جي نالي بنياد ڪو به نالو منهنجي اسناد ۾ ڪو نه مليو. پر پوءِ خبر پيئي ته ڪي بار اهڙا به آهن جن جو نالو

سنڌو آهي. نه فقط اهو پر اها به خبر پيم ته ڪي سال اڳ بمبئيءَ جي سنڌي ساهتيڪارن پنهنجي ڌيئرن جا نالا سنڌو رکيا.

ٻيو هڪ نالو جو ڇوڪرين جو ملي ٿو سو آهي ڪرشنا. منهنجي ويچار موجب اهو نالو ڪرشنا نديءَ پٺيان نه پر ڀڳوان ڪرشن جي نالي پٺيان رکيل آهي.

سنڌي مذڪر نالن ۾ ٻيا نالا ريوو، ريواچند يا ريوومل ملن ٿا. جنهنجو سڌو ٻڌ لاڳاپو آهي ريوا سان. هن نالي ۾ به امڪان (Possibilities) آهن. يا ته هن جو واسطو گجرات ۾ نربدا نديءَ جي ٻئي نالي ريوا سان آهي يا وري ريوتي نڪشتر سان آهي. اهو نالو ورهاڱي کان پوءِ جي نالن ۾ ڪونه ٿو ملي.

## ٦.٣.١ گل ۽ وڻ وغيره

گلن جي نالي پٺيان نالا رکڻ جو سنڌ ۾ عام رواج هو. پشپا، گلي ۽ چمپا وغيره ورهاڱي کان اڳ چڱا مشهور نالا هوندا هئا. اهي نالا هاڻي ڪونه ٿا هلن. هڪ ٻيو نالو گلابسنگهه ورهاڱي کان پوءِ نئون داخلو (New entrant) آهي.

وڻن جي نالن پٺيان چندن مل ۽ چندني نالا ملن ٿا. جي مان سمجهان ٿو ته چندن جي وڻ مان آهن. هي نالا ساڳيءَ جهجهائيءَ (Frequency) ۾ ملن ٿا.

## ۴.۱ هيرا، جواهر، ڌاتو ۽ ڳهڻا

مٿين وستن تي پڻ سنڌي نالا رکڻ جو رواج سنڌ ۾ هو. انهن قسمن جا نالا مونث ۽ مذڪر ٻنهي لاءِ رکيا ويندا هئا.

### ۱.۴.۱ جواهر (Gems)

موتي، موتيرام، موتيلعل، رتن، رتنچند، جواهر، جواهرلعل، جوهرمل، هيرو، هيرالعل، هيرانند، ماڻڪمل، لعل، لعلچند، لالو وغيره نالا ورهاڱي کان اڳ عام جام هوندا هئا. ورهاڱي کان پوءِ جي نالن ۾ فقط هڪ خاص قدر گهڻ نظر آئي آهي. سا آهي تہ انهن نالن پنهنجو بيون جزو ڇڏي ڏنو آهي. منهنجي اسناد موجب گهٽي ياڳي نالا فقط موتي، جواهر، لعل وغيره ئي ملن ٿا. رتن يا رتنچند وڏيڪ شڌ سنسڪرت تي ويا آهن. يعني رتن، رتنچند.

مونث نالا هيرو، رتنا، لعلي، لعلي بائي ورهاڱي کان اڳ چڱا عام هئا. پر ورهاڱي کان پوءِ رتنا ۽ هيرو وڃي بچيا آهن.

### ۲.۴.۱ ڳهڻا ۽ ڌاتو

چاندي بائي ورهاڱي کان اڳ جي لسٽ ۾ ملي ٿو. پر پوءِ جي لسٽ ۾ نہ ٿو ملي.

نٿو، نٿرمل، بولو، بولچند ۽ بولومل وغيره سنڌي نالا ورهاڱي کان اڳ عام جام هوندا هئا. منهنجي

محدود اِسناد ۾ اهي ورهاڱي کان پوءِ نہ ٿا ملن ۔

### ۳۰۴۰۱ ڪوڏ

ڪوڏو سنگهہ، ڪوڏومل نالا سنڌ ۾ رکيا ويندا هئا ۔ انهن جو واسطو ڪوڏ سان آهي۔ پر ورهاڱي کانپوءِ اهي نہ ٿا ملن۔

### ۴۰۴۰۱ سون

سنسڪرت ۾ سون کي ڪندن چئبو آهي ۔ ڪندنداس، ڪندومل ۽ ڪندن سنڌ ۾ عام نالا هئا ۔ پر ورهاڱي کانپوءِ فقط ڪندن ئو ملي ۔

## ۰۲ ويچار يا گڻ

ڪيترا نالا ويچار يا گڻ تي ٻڌل آهن۔ انهن جو اڀياس هيٺ ڏجي ٿو۔

### ۱۰۲ صفتي

سندري، گٽي، نرملا وغيره نالا ڪنهن گڻ يا صفتي روپ تي آهن ۔ هن قسم جا مونث ورهاڱي کان اڳ چڱي انداز ۾ مليا آهن ۔ ساڳيءَ طرح سندر، روپو، گٽو، ڪرپال وغيره مذڪر نالا آهن ۔ اهي نالا ورهاڱي کان پوءِ شڌ سنسڪرت روپ ۾ ملن ٿا ۔ جيئن ڪرپال وغيره ۔

### ۲۰۲ ويچار

مونث نالا گياني، سکي، پريت، پريمي وغيره ۽ مذڪر نالا گيان، گيانچند، خوشيرام، پريم، پريم چند

وغيره ورهاڱي کان اڳ چڱا مشهور هئا. منهنجي محدود اِسناد ۾ فقط گيان ۽ پريم ورهاڱي کان پوءِ ملــن ٿا. مونث نالن ۾ جوتي، نيتا وغيره ڪيترا نوان داخلو آهن.

### ۳.۲ انڌ وشواس

سنڌ ۾ ڪنهن کي ٻار نه ٻچندو هو ته ان حالت ۾ ٻچي، ٻچندي يا ٻچو يا ٻچومل نالا رکيا ويندا هئا. يا وري ٻار نه ٻچڻ جي حالت ۾ ڄمڻ وقت مـــرچ، پڱڙا يا ٻصر وغيره ورهايا ويندا هئا. اهڙيءَ حالت ۾ رکيل نالا مرچو، مرچومل، پڱڙو، پڱڙومل، ٻصر، ٻصرمل وغيره رکيا ويندا هئا. پر هيءُ نالا ورهاڱي کــان پوءِ نه ٿا ملن.

### ۳.۰ پراڻڪ ( Mythological ) ۽ تواريخي

مٿين ٻنهي قسمن جي نالن جو رواج سنڌ ۾ هو.

### ۳.۱ پراڻڪ

رام، ڪشن، ڪرشن، ڪشنومـــل، ڪشنچند، رام چند، اِندر، اِندرو، ايشور، ايسر، ڪملا جانڪي، رکي، رڪمڻي، نالا ورهاڱي کان اڳ چڱا عام هئا. اهي نالا ورهاڱي کان پوءِ شڌ سنسڪرت روپ ۾ ملن ٿا. جيئن ڪشنو - ڪشن - ڪرشن ( कृष्ण ) تـا ملن ۽ ڪشنچند تي پيو آهي ڪرشنچند ر ( कृष्णचन्द्र ).

مونث نالن ۾ پڻ ساڳئي موجب ڪشنا (कृष्णा) تي پيئي آهي.

### ٢٠ تواريخي

اِشوڪ، ارجن، پرتاب وغيره تواريخي نالا آهن. هيءُ به ورهاڱي کان پوءِ سنسڪرت روپ ۾ ملن ٿا.

### ٠٤ گڏا جوڙ يا گاڏڙ جوڙ (Hybrid formations)

سنڌيءَ ۾ ڪيترائي اهڙا نالا آهن جيڪي عربي - فارسي ۽ سنسڪرت جي گڏيل لفظن مان ٺهيل آهن. اهڙن نالن جو هيٺئين نموني ابياس ڪري سگهجي ٿو.

### ١٠٤ سنسڪرت ۽ عربي - فارسي

گر بخش ۽ هر بخش به اهڙا نالا آهن جن ۾ نالي جو پهريون جزو سنسڪرت ۽ ٻيون عربي فارسي آهي. هيءُ ٻئي نالا ورهاڱي کانپوءِ نٿا ملن.

### ٢٠٤ عربي - فارسي ۽ سنسڪرت

هن قسم جي نالن ۾ پهريون جزو عربي - فارسي ۽ سنسڪرت آهي. فتح - چند، خان - چند، حڪومت - راءِ، حشمت - راءِ، تخت - رام، بخت - رام، حقيقت - راءِ. ورهاڱي کان پوءِ جي اسناد ۾ مٿين نالن مان هڪ به نٿو ملي.

هڪ مکيه ڳالهه جنهنجو واسطو هر بخش ۽ گر بخش جهڙي نموني وارن نالن سان آهي تنهنجو بيان هت ڪرڻ بي - جاءِ نه ٿيندو. سنڌ ۾ ڪيترا نالا رام ڏنو، امر ڏنو، ڏيوي ڏنو، دولهه ڏنو وغيره نالا به ورهاڱي کان پوءِ نٿا ملن. (دولهه ڏنو اڳتي هلي دلهنو ٿي ويو.)

## ٥. سنڌي نالن تي ڪجهه مکيه اثر

هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ سنسڪرت ۽ هندي، گجراتي، مرهٽي وغيره ٻولين جي ويجهو اچڻ جي ڪري اسان تي اُنهن جو ڪيترو اثر پيو آهي ۽ اسان پنهنجن نالن کي سنسڪرت جي وڌيڪ ويجهو آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن اثرن کي هيٺين نظرئي کان اڀياس ڪيو ويو آهي.

### ١.٥ پڇاڙيءَ واري سر جي گهٽائي غائب

ڪلان، ميران، راڌان، سيتان، ليلان، چندران، وغيره ڪيترا نالا آهن جيڪي سنڌ ۾ تمام گهڻو عام جام هئا. پر ورهاڱي کان پوءِ انهن نالن جي پڇاڙيءَ واري سر جي گهٽائپ گم ٿي وئي آهي ۽ ڪلا، ميرا، راڌا، سيتا، ليلا، چندرا ٿي پيون آهن.

### ٢.٥ سنسڪرت روپ

جيئن اڳ ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ڪشنچند هئي اچي ڪرشنچندر ٿي پيو آهي تيئن اهڙي قسم گهڻن ٻين نالن ۾ پڻ آئي. پرڪاش، پرتاب وغيره شڌ سنسڪرت ٿي پيا آهن. گورڌن گووردن ٿي پيو آهي.

### ١.٣.٥ نالي جي ٻئين جزي تي اثر

ورهاڱي کان پوءِ نالي جو ٻيون جزو گهٽي ۾ گهڻو اثر هيٺ آيو آهي. مذڪر نالن ۾ مل، داس ۽ بخش ته جڻ بلڪل غائب ٿي ويا آهن پر رام، نند، لعل، راءِ،

راڄ ۽ سنگهه وري به ٿوري کي گهٽي انداز ۾ اچاڻ
۽ ڪتب آندا وڃن ٿا. پر ان قطار ۾ وري هڪ بيو
اضافو ( New entrant ) آهي "ڪمار" جنهنجو نالو
اڄ ڪلهه تمام گهٽو وڌيل آهي. ورهاڱي کان اڳ ڪمار
بلڪل نٿو ملي. جيتوڻيڪ هڪ مثال ۾ ڪمار اڪيلو
نالي جي روپ ۾ يعني پهرئين جزي جي روپ ۾
ملي ٿو.

۲.۳.۵

مونث نالن ۾ پڻ بائي، ڪؤر ۽ ديوي نٿا ملن. پر
"ڪماري" هتي به جهجهي انداز ۾ ملي ٿي.
بين ڪن پرانتن جي نالن جو اپياس ڏيکاري ٿو ته
"ڪمار" ۽ "ڪماري" هتي اڳم ئي نالي جي
پڇئين جزي جي روپ ۾ هلندڙ هئا. انڪري ٿي سگهي
ٿو سنڌي انهن کان متاثر ٿيا هجن. ٻي ڳالهه ته ٿي
سگهي ٿو ته فلمي اداڪارن جي نالن کان به متاثر ٿيا
هجن جن ۾ اڪثر ڪمار ۽ ڪماري ڪنهن وقت جهجهي
انداز ۾ هئا.

۶. جڏهن ڪا به قوم يا جاتي پنهنجي اصلي يونءِ
تان اکڙجي ٻيءَ يونءِ ئي پنهنجا خيما کوڙي ٿي تڏهن
شروعاتي دؤر ۾ ان قوم ۾ پنهنجي اصلي يونءِ ڏانهن
ڏاڍي ڇڪ رهي ٿي. پر آهستي آهستي وقت جي
دوران ۾ ڇڪ ۽ سڪ جي ماترا ۾ ٿوري تبديل اچي

ٿي. ان تبديل ۾ اضافو ٿئي ٿو نئين پيڙهيءَ جي جنم
سان. اها نئين پيڙهي نئين پونءِ کي پنهنجي پونءِ
سمجهي سگهي ٿي ۽ ان نئين مڪاني ماحول کي
پنهنجو ماحول ۽ ائين هر نئين پيڙهيءَ سان اهو اثر
وڌندو وڃي ٿو. اساڻي پارت جو ۽ خود سنڌ جو
اتهاس شاهد آهي ته ڪيئن جاتيون ۽ قومون ٻاهران
آيون ۽ اهي ان پونءِ ۾ ايتري قدر مٺجي ويون يا ملي
ويون جو اڄ انهن جو ڪو به الڳ نالو نشان نه آهي ۽
نه ئي سنڌ الڳ هستيءَ جا ڪي اهڃاڻ باقي
بچيا آهن.

مٿين حقيقت جي پس منظر کي ڌيان ۾ رکي هڪ
سماجڪ پاشا وگياني جي نظرئي کان هتي هڪ نموني
طور ايپاس (Sample Survey) ڪيو ويو آهي. هن
ننڍڙي مقالي جي آڌار تي مان ڪي به نتيجا قوم مٿان
مڙهڻ نٿو چاهيان. جيتوڻيڪ ان حقيقت کان انڪاري
نٿو ٿي سگهجي ته هيءُ ننڍڙو نمونو طور ايپاس
(Sample Survey) ان ڳالھ ڏانهن اشارو ته ضرور
ڪري ٿو ته اساڻي سنڌي ٻالن تي به ورهاڱي جو چڱو
اثر پيو آهي. هت هڪ ڳالھ ڌيان ۾ رکڻ جوڳي آهي
ته اساڻا سنڌي ٻالا اساڻي تهذيب ۽ تمدن جو هڪ
اڻ ونڊ حصو آهن. انڪري انهن تي جيڪڏهن ڪو
اثر مڪاني ماحول جو پيو آهي ته گهٽ ۾ گهٽ ائين
چئي سگهجي ٿو ته سنڌي قوم ٽيهن سالن جي عرصي

۾ مڪاني ماحول کان متاثر ٿي آهي. اهي اثر خراب آهن يا سٺا، اهي اثر اسانجي جذب ٿــي وڃڻ جا اهڃاڻ آهن يا نه، ان نتيجي ڪڍڻ لاءِ هيءُ ننڍڙو مقالو ايتري جرئت نٿو ڪري سگهي. مان جيڪر چاهيان ته هيءُ وقت آهي جڏهن اهڙي قسم جا ٻيا به اڀياس ڌرمي مڪتائن جي ڪيترن ۾ ۽ سماجي ويچار ڌارائن جي ڪيترن ۾ ۽ ٻوليءَ جي ڪيترن ۾ ٿي پهلن جـــا اڀياس ڪيا وڃن ته جيئن سنڌي قوم جي نبض جي ڪا ڄاڻ پئجي سگهي ٿي. ●

# ● سنڌيءَ جا عزازتي لفظ

هن ننڍڙي مقالي ۾ سنڌيءَ جي عزازتي(Kinship) لفظن جو اڀياس ڪيو ويو آهي. اهي لفظ سنڌي ٻوليءَ جي وچولي اڀياشا جا آهن. جائي سنڌيءَ جي معياري ( Standard ) اڀياشا آهي. سنڌيءَ ۾ گهڻو ساهت ٻه ان اڀياشا ۾ ئي آهي.

عزازتي اِشارن لاءِ هيٺ ڏنل اِشارا (abbreviations) ڪتب آندل آهن.

| | |
|---|---|
| ١. مائٽ | ماءِ |
| ٢. ماءُ | ما |
| ٣. پيءُ | پي |
| ٤. پٽ | پ |
| ٥. ڌيءُ | ڌي |

| | |
|---|---|
| ٠٦ ياڻ | يا |
| ٠٧ ييڻ | يي |
| ٠٨ مڙس | مڙ |
| ٠٩ زال | زا |
| ١٠ سنڌي ٻولي | س. ب. |

هن مقالي لاءِ مان پروفيسر (ڊاڪٽر) اشوڪ ڪليڪر جو شڪرگذار آهيان، جنهن هن مقالي لکڻ لاءِ همت-افزائي ڪئي. نه فقط ايترو پر مون سندس ئي ماڊل تي (جو مراٺي عزازتي لفظن تي لکيل آهي) هيءُ مقالو لکيو آهي. مان ڊاڪٽر ملهوترا جو پڻ شڪرگذار آهيان جنهن انترا پالاجيءَ جي منهنجي ڪيترن ئي مسئلن کي حل ڪيو. مان ڊاڪٽر يشوڌرا واڌواڻيءَ ۽ شري گوورڌن شرما جو پڻ شڪرگذار آهيان. جن پڻ هن مقالي لاءِ ڪيترين ئي ڪارگر صلاحون ڏنيون آهن. ڌرم پتنيءَ پشپا پڻ انيڪ صلاحون ڏنيون اٿم.

هن مقالي ۾ تلهي ليکي ٻن خاص ڳالهين جي آڌار تي ورڇيڪرڻ ڪيو ويو آهي. اهي عزازتي لفظ جنهجو واسطو رت جي رشتي سان آهي ۽ ٻيا جيڪي شاديءَ ڪري عزازتي لفظ ٿين ٿا يعني (affinals)

## الف - تڙ ۽ پڙ مائٽ

١. ٻي. ٻي- ٻي. ٻي - ڏاڏو عام واهپي وارو لفظ آهي. سڏ ڪرڻ لاءِ يا تڙ ڏاڏي جو حوالو ڏيڻ لاءِ

” بابا وڏا “ يا ” بابو وڏو “ لفظ ڪتب ايندو آهي .

۲. پي. پي. پي. ما - ڏاڏي عام واهپي وارو لفظ آهي. پر سڏ ڪرڻ لاءِ يا حوالي طور ڪتب ايندڙ لفظ آهي ” امان وڏي.“

۳. پي. پي. پي - پڙ ڏاڏو عـــام واهپي وارو لفظ آهي. سڏ ڪرڻ لاءِ يا پڙڏاڏي جـــو حوالي طور ڪم ايندڙ لفظ ”وڏا بابا“ يا ” وڏو بابو “ آهي .

۴. پي. پي. ما - پڙ ڏاڏي عـــام واهپي وارو لفظ آهي. سڏ ڪرڻ لاءِ يا حوالي طور ڪتب آڻـــڻ لاءِ ” امان وڏي “ لفظ آهي .

۵. پي. پي - ڏاڏو عام واهپي وارو لفظ آهي. سڏ ڪرڻ لاءِ يا حوالي طور ڪتب آڻڻ لاءِ ” بابا “ يـــا ” بابو“ لفظ آهي. پراڻي سنڌيءَ ۾ ڏاڏا پـــڻ مٿين حالتن ۾ ڪتب ايندو هو. عزت وارو لفظ (Honorific) ” بابا جن “ لفظ آهي. طعنو ڏين (Ironical) بـــ ڏاڏا ڪتب ايندو آهي. بار لاءِ يا ڇوڪر لاءِ جيڪو وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪري. مثال : ” نهيو هاڻي ڏاڏا بس ڪر “ يا ” آيو آهي ڏاڏو ڪٿان جو.“

۶- پي. ما - عام واهپي جو لفظ آهي ڏاڏي. سڏ ڪرڻ لاءِ يا حوالي طور ڪتب آڻڻ لاءِ ” امان “ يـــا ” امين “ ڪتب ايندو آهي. پراڻي سنڌيءَ ۾ انهـــن استعمال لاءِ ڏاڏي پڻ ڪتب ايندو هو. عزت وارو

لفظ ”امين جن“ يا ”امان جن“ آهي. طعنه زن ان ڇوڪريءَ لاءِ جيڪا وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪري. ”بس ڪري هاڻي ڏاڏي.“ وغيره.

٧. ما. پي.پي.پي – ٽڙ نانو عام واهپي جو لفظ آهي.

٨. ما. پي. پي. ما – ٽڙ ناني عام واهپي جو لفظ آهي.

٩. ما. پي. پي – پڙ نانو عام واهپي جو لفظ آهي.

١٠. ما. پي. ما – پڙ ناني عام واهپي جو لفظ آهي.

١١. ما. پي – عام واهپي جو لفظ نانو. سڏ ڪرڻ لاءِ ”نانا.“ عزت وارو استعمال ”نانا جن.“

١٢– ما. ما – عام واهپي جو لفظ ناني. عزت وارو واهپو ”ناني جن.“ اڄڪلهه نئون رواج نانيءَ کي سڏ ڪرڻ جو ”امان“ پڻ آهي.

١٣– پي – بابو عام واهپي وارو لفظ آهي. عزت وارو لفظ آهي ”بابا جن“ سڏ ڪرڻ وارا لفظ آهن ”بابا“، ”دادا“، ”پائو“، ”ڪاڪا“. اڄڪلهه ”ڊئڊي“، ”پاپا“ يا ”ڊئڊ“ وغيره به عام ٿيندا پيا وڃن. ساهتيه ۾ يا عزت وارو واهپو هندن لاءِ ”پتا صاحب“ ۽ مسلمانن لاءِ ”والد“ يا ”والد شريف“ پيار وارو لفظ (endearing) آهي ”بابا“ يا ”بابل“.

١٤. ما – عام واهپي وارو لفظ آهي ”امان“. هندو عزت وچان چون ”ماتا“ يا ”ماتا صاحب“، مسلمان چون ”والده“ يا ”والده شريف“. ڪو به انڻ واقف

ڪنهن بزرگ، ڪرڙوڙ يا ٻڍيءَ کي ”امان“ يا ”امڙ“ چئي سڏ ڪندو. پيار وارو لفظ به آهي ”امڙ“.

۱۵. پي. يا - عام واهپي وارو لفظ ”ڪاڪو“. جمع ”ڪاڪا“. سڏ ڪرڻ لاءِ به ”ڪاڪا“ لفظ ڪم اچي. ڪنهن به اڻ واقف کي سڏ ڪرڻ لاءِ ”ڪاڪا“ ڪم ايندو آهي. پراڻي سنڌيءَ ۾ پي. ياءِ وڏي لاءِ ”بابو“ ڪم ايندو هو. پر جديد سنڌيءَ ۾ اهو لفظ ان معنيٰ ۾ ڪتب نه ايندو آهي. باقي لعل جا پوڄاري چاچي کي بابو چوندا آهن. ڪن ڪن هنڌ پي. ياءِ کي چاچو به چوندا آهن. پر اهو ڪاڪي جيترو عام نه آهي. ڪن ڪن هنڌ پيءُ جي وڏي ڀاءُ کي ”دادو“ به چوندا آهن.

۱۶. پي. ياءِ زال - عام واهپي وارو لفظ ”چاچي“. جمع ”چاچيون“ پر سڏ ڪرڻ لاءِ ”چاچي“ يا ”بابي“ لفظ ڪتب ڪونه ايندا آهن. ان لاءِ گهڻي ڀاڱي ”ياڻي“ لفظ ڪتب آندو ويندو آهي.

۱۷. پي. ڀي - عام واهپي جو لفظ پڦي / پڦي. جمع پڦيون يا پڦيون. سڏ ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪري دادي يا ڪٿي ”ٻڏي“ به چيو ويندو آهي. خيرپور ميرس پاسي ”ڏاڏي“ پڻ چيو ويندو آهي. جزوي حالتن ۾ ”بوٿا“ پڻ ڪتب آندل آهي.

۱۸. پي. ڀي. مڙس - عام واهپي جو لفظ ”پڦڙ“ يا ”پڦڙ“. سڏ ڪرڻ لاءِ يا حوالي ۾ ڪتب آڻڻ لاءِ پڻ

پڦڙ يا پڦڙ.

١٩. ما. پا - عام واهپي جو لفظ "مامو" جمع "ماما". سڏ ڪرڻ لاءِ يا حوالي طور "ماما". عزت وارو واهپو "ماما جن".

٢٠. ما. پا. زا - عام واهپي جو لفظ "مامي". جمع "ماميون" سڏ ڪرڻ لاءِ يا حوالي طور ڪتب ايندڙ لفظ آهي "مامي".

٢١. ما. پي - عام واهپي جو لفظ "ماسي". جمع "ماسيون." سڏ ڪرڻ لاءِ يا حوالي طور ڪتب ايندڙ لفظ آهي "ماسي."

٢٢. ما. پي. مڙس - عام واهپي جو لفظ "ماسڙ." جمع "ماسڙ." ڪي ڪي اڄڪلھ سڏ ڪرڻ وقت "دادا" لفظ ڪتب آڻيندا آهن. پر پيءَ طرح سڏ ڪرڻ لاءِ يا حوالي طور ڪتب ايندڙ لفظ "ماسڙ" آهي.

## ب - (Ego's) جي پيڙهي

١. پي - عام واهپي وارو لفظ پيڻ يا پيڻ. جمع پيڻر. پراڻيءَ سنڌيءَ ۾ ننڍيءَ ۽ وڏيءَ پيڻ جي عزازتي لفظن ۾ فرق هوندو هو. وڏي پيڻ لاءِ ادي يا دادي لفظ ڪتب ايندا هئا. پر اڄ ڪلھ جي سنڌيءَ ۾ پرڻيل ۽ اڻ پرڻيل پيڻ ۾ ٿورو فـــرق ڪيو ويندو آهي. خاص ڪري پرڻيل پيڻ (Ego) کان وڏي هجي تہ اُن کي دادي يا اڄڪلھ ديديءَ جو پـــڻ رواج

وڏندو پيو وڃي. پاڻ ڪان ننڍيءَ ڀيڻ کي سڏ ڪرڻ لاءِ ڪو خاص لفظ ڪونہ آهي. پر گهڻو ڪري ان کي نالي سان ئي ڪوٺيو ويندو آهي. ڀيڻ يا ادي لفظ جو استعمال ڪنهن اڻ واقف استريءَ کي سڏ ڪرڻ لاءِ ڪو بہ مرد يا استري ڀلي ڪندا آهن.

٢. ڀي. مڙ- عام واهپي وارو لفظ ڀيٽيو يو آهي. جمع ڀيٽيويا. پر اڄڪلهہ عام واهپي جو لفظ "جيجاجي" بہ ٿيندو ٿو وڃي. سڏ ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪري "دادا" آهي. پر اڄڪلهہ "جيجاجيءَ" جو رواج وڌندڙ آهي.

٣. ڀا - عام واهپي وارو لفظ ڀاءُ. جمع ڀائر. سڏ ڪرڻ لاءِ يا حوالي لاءِ ڪتب ايندڙ لفظ "ڀائو"، "ڀا" يا "ڀاءُ" يا "دادا" پڻ آهي. پراڻيءَ سنڌيءَ ۾ ادا پڻ وڏي ڀاءُ لاءِ ڪتب ايندو هو. پر هاڻي ننڍي ڀاءُ ۽ وڏي ڀاءُ جي وچ عزازتي لفظن ۾ ڪو فرق ڪونہ رهيو آهي. پر "ڀائو" يا ڪن ڪن حالتن ۾ "ادا" لفظ پڻ اڻ سڃاتل کي سڏ ڪرڻ لاءِ ڪتب ايندو آهي. خاص ڪري زالون ڪنهن اڻ واقف مرد کي سڏ ڪرڻ لاءِ يا ڪجهہ ڀيڻ لاءِ ڪتب آڻينديون آهن. مثال طور: "ڀائو ٻڌائي سگهندا تہ فلاڻي جو گهر ڪٿي آهي؟" پر اڄ ڪلهہ "ڀائو" پنهنجو اهو استعمال آهستي آهستي وڃائي رهيو آهي. ڀاءُ لاءِ پيار وارو لفظ آهي "ڀايڙا."

٤. ياءُ زا - عام واهپي وارو لفظ ”ياپــي.“ جمع ”ياپيون“ سڏ ڪرڻ لاءِ يا حوالي طور ڪتب آڻڻ لاءِ لفظ به ”ياپي“ آهي. ڪن ڪن هنڌ حوالي طــور ڪم آڻڻ لاءِ ”ياجائي“ لفظ به ڪتب آندو ويندوآهي. ڪن ڪن هنڌ ماءُ کي، چاچيءَ کي يا ڪنهن اڌواقف عورت کي پڻ ” ياپي “ سڏيو ويندو آهي .

٥. ماءُ ياءُ پ - ” ماروٽ“ يا ”ماماٽ“ عام واهپي وارا لفظ آهن. حوالي طور سڏ ڪرڻ لاءِ رواجي طــرح نالو وٺي سڏ ڪيو ويندو آهي. پر ڪن خاص حالتن ۾ ائين چئي سگهجي ٿو ” ماروت ڪهڙو حال آهـي؟“ ”ماروٽ ڪيڏانهن ٿو وڃين؟“ وغيره. عزت جي خيال کان پاڻ کان وڏي ” ماروٽ“ کي ”ماما “ ڪري بـہ سڏ ڪيو ويندو آهي پر ڪن جزوي حالتن ۾.

٦. ماءُ ياءُ ڏي - عام واهپي جـو لفظ ” ماروٽ“، ”ماماٽ “ يا ” مارونڙ “ آهن . سڏ ڪرڻ لاءِ ڪوئي لفظ نہ آهي .

٧. ماءُ پيءُ ڏيءَ - عام واهپي وارو لفظ ” ماساٽ “ جمع ” ماساٽيون “ رواجي طرح سڏ ڪرڻ لاءِ نالــي سان ئي سڏ ڪيو ويندو آهي. پر ڪي ڪي مذاق ۾ ”ماساٽ ڪهڙو حال آهي؟“ وغيره چئي سگهن ٿا . باقي حوالي طور بہ ” ماساٽ “ لفظ ئي ڪتب ايندو آهـي.

۸. ما. يي. پ. عام واهپي وارو لفظ آهي ”ماسات“ ڪڏهن سڌ ڪرڻ لاءِ ”ماسات“ لفظ به ڪتب ايندو آهي. جيئن ”ماسات ڪهڙو حال آهي؟“ وغيره. حوالي طور به ماسات لفظ ئي ڪتب ايندو آهي.

۹. پي. يي. ڊي. عام واهپي جو لفظ پڦات، پڦات. جمع پڦاتيون. سڌ ڪرڻ يا حوالي طور ڪتب آڻڻ لاءِ به ساڳيا ئي لفظ ڪتب ايندا آهن.

۱۰. پي. يي. پ- عام واهپي وارو لفظ پڦات يا پڦات. جمع پڦات يا پڦات. سڌ ڪرڻ لاءِ يا حوالي طور ڪتب ايندڙ لفظ به ساڳيو آهي.

۱۱. پي. ڀا. پ- عام واهپي وارو لفظ سؤٽ. ڪڏهن ڪڏهن سڌ ڪرڻ لاءِ به ڪتب آڻبو آهي. مثال طور ”ڪهڙو حال آهي سؤٽ.“ وغيره.

۱۲. پي. ڀا. ڊي. عام واهپي وارو لفظ آهي سؤٽ. جمع سؤٽيون. سڌ ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ساڳيو لفظ ڪتب ايندو آهي. ”سؤٽ“ ڪيڏانهن پيئي وڃين. وغيره.

## شاديءَ جي ڪري ٺهيل عزازتي لفظ:-

۱. زا. ما. يا مڙ. ما. عام واهپي وارو لفظ آهي ”سس“. سيني اندو. آريه ٻولين وانگر سنڌيءَ ۾ پڻ

زال جي ماءُ ۽ مڙس جي ماءُ لاءِ سس لفظ ڪتب اچي ٿو. پر هيءُ ڪڏهن به ڪتب نه ايندو آهي. سڏ ڪرڻ لاءِ مڙ. ما. سنڌيءَ ۾ زا. ما. لاءِ ڪن ڪن اڀياشائن ۾ "نڪرياڻي،" "سينياڻي" ڪتب ايندو هو. ڪي ڪي مهتي به چوندا هئا. اڄڪلهه ڪٿي ڪٿي ياڀي به ڪتب پيو اچي.

٢. زا. پي. مڙ. ڀي- عام واهپي وارو ۽ حوالي طور ڪتب آڻڻ وارو لفظ آهي سهرو. مڙ. پي. کي سڏ ڪرڻ لاءِ "سهرم" لفظ هوندو هو. اڄڪلهه "بابا" "ڏاڏي" يا "پاپا" وڏيڪ مروج ٿيندو پيو وڃي. زا. پي. کي سڏ ڪرڻ لاءِ ڪو خاص لفظ ڪين آهي. پر ڪن ڪن اڀياشائن ۾ "مهتو" چوندو ٻڌو ويو آهي.

٣. ڏ. مڙ. ڀي. پ. زا. ڀي- عام واهپي وارو لفظ سيڻ آهي. پر سڏ ڪرڻ لاءِ "سيٺ صاحب" يا "مهتا صاحب" لفظ ڪتب ايندا آهن.

٤. ڏ. مڙ. ما. يا پ. زا. ما. عام واهپي وارو لفظ سيڻ. سڏ ڪرڻ لاءِ ادي يا دادي لفظ ڪتب ايندا آهن.

٥. مڙ. ڀي- عام واهپي وارا لفظ آهن نڻان، نراڻ، سڏ ڪرڻ لاءِ نڻانم- نميڙي، ڪڪي، نڻاڻ لفظ ڪتب ايندا آهن. هتي هڪ ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ جي آهي ته

ننڍڙي نہ فقط مڙس جي ننڍي ڀيڻ کي چئبو آهي پر وڏيءَ ۽ وچينءَ ڀيڻ کي پڻ چيو ويندو آهي.

۰۶ مڙ. ڀي. مڙ- عام واهپي جو لفظ نڻاڻ جو گهوٽ.

۰۷ مڙ. ڀا. عام واهپي وارو لفظ ڏير. سڌ ڪرڻ لاءِ ڏير مر لفظ ڪتب ايندو آهي. سنڌي هندن جي ڪن ڪن جاتين ۾ وڏي ڏير لاءِ ڳورو لفظ پڻ ڪتب ايندو هو. هاڻي عام طرح گهڻي ڀاڱي وڏي ڏير لاءِ دادا لفظ ڪتب پيو اچي. ننڍي ڏير جي حالت ۾ نالو ورتو ويندو آهي. ڪن ڪن جاتين ۾ ننڍڙا يا ڪڪا لفظ جو بہ استعمال ٿيندو آهي.

۰۸ مڙ. ڀا. زا- عام واهپي ۾ حوالي طور ڪم آڻڻ لاءِ ڏيراڻي لفظ آهي پر سڏ ڪرڻ جي حالت ۾ مڙس جي وڏي ڀاءُ جي زال جي حالت ۾ ڀاڀي لفظ ڪتب آندا ويندا آهن.

۰۹ زا. ڀا- جيتوڻيڪ عام واهپي وارو لفظ سالو آهي. حوالي طور بہ ساڳيو لفظ ڪتب ايندو آهي. پر اڪثر نالي سان بہ سڏ ڪيو ويندو آهي.

۰۱۰ زا ڀا. زا. جيتوڻيڪ عام واهپي ۾ سالي جي زال لفظ ئي ڪتب ايندو آهي. پر ڪن ڪن هنڌ "سالاج" لفظ پڻ ملي ٿو.

۰۱۱ زا. ڀي- عام واهپي وارو لفظ سالي آهي. جمع

ساليون. سڌ ڪرڻ لاءِ سالي ڪري سڌ ڪونهِ ڪبو پر
نالي سان ئي ڪونيو ويندو آهي.

١٢. زا. يي. مڙ – عام واهپي وارو سنڌيو. عام طرح
سڌ ڪرڻ لاءِ نالو ئي استعمال ڪيو ويندو آهي. پر
ڪن ڪن حالتن ۾ چئي سگهجي ٿو ”سنڌيو ڪهڙو
حال آهي.“

١٣. زا. يا. پ – عام واهپي وارو لفظ ”سالوٽ“
جمع ”سالوٽ.“

١٤. زا يا. ڌي – عام واهپي وارو لفظ سالوٽ.

١٥. مڙ. يا. پٽ – عام واهپي وارو لفظ ڏيروٽ.
سڌ ڪرڻ لاءِ اڪثر نالي سان ڪونيو ويندو آهي.

١٦. مڙ. يا. ڌي – عام واهپي وارو ۽ حوالي طور
ڪتب ايندڙ لفظ آهي ڏيروٽ.

١٧. پ. زا. – عام واهپي وارو ۽ حوالي طور
ڪتب ايندڙ نهن. باقي اڪثر ڪري سسون ۽ سهرا
سڌ ڪرڻ لاءِ ڪنوار لفظ به ڪتب آڻيندا آهن.
اڄڪلهه نالي سان به سڌ ڪيو ويندو آهي. نهن کي
پٽ يا ڌيءُ ڪري به سڌ ڪبو آهي.

١٨. ڌي. مڙ. – عام واهپي وارو لفظ ۽ حوالي طور
ڪتب ايندڙ لفظ آهي نياڻو يا نائي. پر سڌ ڪرڻ لاءِ
اڪثر نالي جو استعمال ڪيو ويندو آهي. پر اڪثر

عزت وارا لفظ ان سان ڳنڍيا ويندا آهن. مثال: ڪنهن جو نالو نارائڻ هوندو ته چوندا ” نارائڻداس “ وغيره. سو به ڳالهائڻ يا سنڌ ڪرڻ جو لهجو اهڙو هوندو جنهن مان عزت جي اظهار جي جهلڪ ملي.

١٩. پ. زا. پي ۽ ڌي. مڙ. پي - عام واهپي وارو لفظ سيٽوت آهي. پر سنڌ ڪرڻ وقت اڪثر نالي سان ئي ڪونيو ويندو آهي.

٢٠. پ. زا. پا ۽ ڌي. مڙ. پا - عام واهپي وارو لفظ سيٽوت آهي. پر سنڌ ڪرڻ لاءِ اڪثر نالي سان ئي ڪونيو ويندو آهي.

٢١. مڙ - عام واهپي وارا لفظ مڙس، گهوٽ وغيره آهن. حوالي طور ڪتب ايندڙ لفظ به مڙس يا گهوٽ آهن. پر سنڌ ڪرڻ لاءِ گهوٽم. هو يا موهن پيءُ (مطلب ڪنهن به پنهنجي ٻار پٽ يا ڌيءُ جو نالو وٺي ان جو پيءُ جوڙي سنڌ ڪرڻ عام استعمال آهي.)

٢٢. زا - عام واهپي وارا لفظ زال يا ڪنوار آهن. پر سنڌ ڪرڻ لاءِ مڙد اڪثر پنهنجي زالن جا نالا وٺندا آهن. يا ڪي ڪي ڪنوار ڪري به سنڌ ڪندا آهن.

٢٣. پٽ - پٽ عام واهپي وارو لفظ آهي. سنڌ ڪرڻ لاءِ پٽ ڪري سنڌ ڪري سگهجي ٿو يا نالي سان سنڌ ڪبو آهي. پر ڪنهن اڻ واقف ٻار کي به پٽ ڪري سنڌ ڪري سگهجي ٿو. پٽ لاءِ پيار وارا

لفظ آهن " پٽڙا "، " بابلا "، "گل "، "بابا "، "ڪڪا "،
" ابا "، " لال " وغيره .

٢٤. ڏي- عام واهپي وارو لفظ ۽ حوالي طور ڪتب
ايندڙ لفظ ڏيءُ آهي . سڏ ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن
ڏيءُ يا ڪڪي به استعمال ٿيندا آهن. پر ڪنهن اڻ
واقف ڇوڪريءَ کي سڏ ڪرڻ لاءِ پڻ "ڏيءُ " لفظ
جو استعمال ڪيو ويندو آهي. ڪٿي ڪٿي ننهن کي
به ڏيءُ ڪري سڏ ڪيو ويندو آهي- پيار جو سڏ
ڏ يٽڙي آهي. ڪن ڪن هنڌ تمام گهڻي پيار ۾ يا لاڏ
ڪوڏ وچان ڏيءُ کي پٽ يا پٽڙا ڪري سڏ ڪيو
ويندو آهي.

٢٥. پي. پ - عام واهپي وارو لفظ پاٽيجو آهي. پر
سڏ ڪرڻ لاءِ اڪثر نالي سان سڏ ڪيو ويندو آهي .

٢٦. پي. ڏيءُ - عام واهپي وارو لفظ آهي پاٽيجي.
پر سڏ ڪرڻ لاءِ اڪثر نالو ئي ورتو ويندو آهي .

٢٧. پا.پ - پاڻيو عام واهپي وارو لفظ آهي. جمع
پاڻيا. پر سڏ ڪرڻ لاءِ اڪثر نالو ورتو ويندو آهي.

٢٨. پا. ڏي - عام واهپي وارو لفظ پاڻي. جمع
پاڻيون . سڏ ڪرڻ لاءِ اڪثر نالي سان سڏ پڻ
ويندو آهي .

٢٩. ڏي.پ- عام واهپي وارو ۽ حوالي طور ڪتب
ايندڙ لفظ ڏوهٽو. جمع ڏوهٽا .

۳۰. ڏي. ڏي - ڏوهڙي. عام واهپي وارو لفظ جمع ڏوهڙيون. حوالي طور پڻ ڏوهڙي.

۳۱. پ. پ- پوڙو لفظ عام واهپي وارو ۽ حوالي طور ڪتب ايندڙ لفظ آهي.

۳۲. پ. ڏي- پوڙي عام واهپي وارو ۽ حوالي طور ڪتب ايندڙ لفظ آهي.

۳۳. پت. پ. ڏي. پڙ پوڙي - عام واهپي وارو ۽ حوالي طور ڪتب ايندڙ لفظ آهي.

۳۴. پ. پ. پ - "پڙ پوڙو."

۳۵. پ. پ. پ. پ - تڙ پوڙو.

۳۶. پ. پ. پ. ڏي - "تڙ پوڙي."

۳۷. ڏي. پ. پ - "پڙ ڏوهڙو."

۳۸. ڏي. پ. ڏي - "پڙ ڏوهڙي."

۳۹. ڏي. پ. پ. پ - تڙ ڏوهڙو.

۴۰. ڏي. پ. پ. ڏي - تڙ ڏوهڙي. ●

# سنڌي لغت جو وڪاس

هند سرڪار جي تعليم کاتي طرفان مئسور ۾ تاريخ ٢٣ مارچ ١٩٧١ کان ٢٥ مارچ ١٩٧١ع تائين ڊڪشنريءَ بابت پهرين نشنل ڪانفرنس ٿي گذري. جتي جدا جدا ٻولين ۾ ڊڪشنرين بابت پيپر پڙهيا ويا هئا.

سنڌيءَ بابت هي پهريون ئي پيپر ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ جو لکيل، ڊاڪٽر ڪيلڪر، اُن ڪانفرنس ۾ پڙهيو، جو ڪافي پسند ڪيو ويو. ڊاڪٽر پرسو گدواڻي ڊيڪن ڪاليج پونا ۾ سنڌي ڊپارٽمينٽ ۾ سنڌي ڊڪشنري ٺاهڻ جي ڪم ۾ لڳل آهي.

سنڌيءَ ۾ ڊڪشنرين جو رواج ڪو پراڻو ڪين آهي. هن ڏس ۾ شروعاتي ڪوشش ٻين ٻولين جي ندين

شبد- ڪوش سان ته- ي. جيڪي ٽالپور حڪومت (١٧٨٣-١٨٤٣) جي دؤر ۾ خانگي يا سرڪاري طور عملدارن لاءِ ناهيل هيون. هي فارسي يا گرمکي لپيءَ ۾ هونديون هيون. پر اهي سڀ اڄ تائين دستخط جي صورت ۾ آهن. ٻهريون ڊڪشنريون جي ڇپيل روپ ۾ ظاهر ٿيون اهي انگريزي لغت نويسن جون تيار ٿيل آهن. سنڌيءَ ۾ ٺهيل مڙني ڊڪشنرين کي هيٺين طرح وراهيو ويو آهي.

## هڪ ٻوليون ڊڪشنريون:-

هن ڏس ۾ تمام گهٽ ڪم ٿيو آهي. سنه ١٩٤٧ع ڌاري سهجرام ٺهلرام هڪ سنڌي- سنڌي ڊڪشنري سهج ڪوش تيار ڪئي. جا اڄ تائين ڇپجي ڪين سگهي آهي.

سنڌي ادبي بورڊ پاڪستان ڪي پنجن ڀاڱن ۾ سنڌي- سنڌي ڊڪشنري جوڙڻ جي يوجنا هئي پر اڄ تائين فقط ٻهريون ڀاڱو (ا، ب ۽ ب) جو ڇپجي سگهيو آهي. جنهن ۾ اٽڪل ١٦٠٠٠ مکيه لفظ آهن ۽ ان کان سواءِ گڏيل ٺهيل لفظ (Compounds) پڻ آهن. سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ اڄ تائين جڙيل لغتن ۾ ڇپجي نه هيءَ سرمور آهي. جيترو لفظي ڀنڊار هن ۾ آهي اوترو ڪنهن ٻيءَ لغات ۾ ڪين آهي. ان کانسواءِ

جيون جي هر پهلوءَ جا لفظ هن ۾ ڪٺا ڪري وڏا ويا آهن، جنهن ۾ ڳچ ذخيرو اسانجي زباني روايت ۾ رائج لفظن جو آهي. جيڪي ڪتي ٻه ساهتيه جو انگ اڄ تائين ڪين ٿي سگهيا آهن. ان لاءِ ادبي بورڊ ڪيترا فيلڊ ورڪر مقرر ڪيا هئا. جن ڳوٺن ۾ وڃي پاڻت پانت جا لفظ ڪٺا ڪيا. ان کانسواءِ سنڌيءَ جي مڙني اُپ ڀاشائن وچولي، لاڙي، لاسي، ٿري، سرائڪي ۽ ڪڇيءَ جا لفظ به اُن نموني ڪٺا ڪري وڏا ويا آهن. پر انهن مڙني خوبين هوندي به هن ۾ وگيانڪ طريقي سان ڪم ڪين ڪيل آهي. ڪٿي ڪٿي اُچارن ۾ چڱي هير ڦير آهي. عربي، فارسي ۽ سنسڪرت جي ڪيترن لفظن کي ملائي هڪ اُـي مکيه داخلي لفظ ( Main - entry ) جي اندر رکيو ويو آهي. جو بنيادي طرح غلط آهي. تنهن کان سواءِ معنيٰ ۾ ننڍهي ٻولين جي لفظن جي ڪچهڙي ڪئي ويئي آهي. ڪيترا فارسي ۽ عربي لفظ به وري سنڌيءَ ۾ نوسيا ويا آهن. ان هوندي به هيءَ ڊڪشنري ساراهه جوڳي آهي.

ان کان سواءِ ٻيون به ٻه لغاتون دستخط روپ ۾ آهن. علي محمد ١٩٢٠ ۾ سنڌي - لغات جوڙي ۽ لالا هاسانند ١٩٤٧ع ڌاري سنڌي ڊڪشنري جوڙي. ليڪ ڪي ٻنهي کي نظر مان ڪڍڻ جو موقعو نه مليو آهي. انگريزي انهن جي وڏيڪ جاڻ ڪانه آهي.

## ٻ - ٻولين ڊڪشنريون

هن ڏس ۾ ٽالپرن جي دور ۾ گرمکي ۽ عربي لپيءَ ۾ ننڍيون ننڍيون لغاتون ٺاهي شروعات ڪئي ويئي. ٻر اهي اڻ ڇپيل رهجي ويون. ان ڪانپوءِ ڪن انگريزي ودوانن محدود دائري اندر ڪجهه ڪوششون ڪيون. ۱۸۳۶ع ۾ Wathen ۽ ۱۸۴۳ع ۾ Easteric سنڌيءَ جو ڪجهه لفظي ذخيرو ڪٺو ڪيو جيڪو Asiatic Society of Bengal جي XII واليوم جي پارٽ I ۾ ڪلڪتي ۾ ظاهر ٿيو. ۱۸۴۳ ۾ ٻئي وري انگريزي ودوان Leech سنڌ انڊو- آرين ٻولين جو لفظي ذخيرو بمبئي سرڪار لاءِ ڪٺو ڪيو. جنهن ۾ سنڌي ٻولي پڻ هڪ آهي.

انهن ننڍي پئماني تي ٿيل ڪوشش ڪانپوءِ اصلي لغاتي ڪوشش ڪئپٽن جارج- اسٽئڪ جي آهي. جنهن سنڌي - انگريزي ۽ انگريزي - سنڌي لغاتون تيار ڪيون.

جن مان سنڌي انگريزي ۱۸۴۹ ۽ انگريزي سنڌي ۱۸۵۵ ۾ ليڪڪ جي ديهانت ڪانپوءِ ڇپي. انهن ٻنهي ڊڪشنرين ۾ سنڌي ٻولي ديوناگري لپيءَ ۾ لکي ويئي آهي. سنڌي انگريزي ڊڪشنريءَ ۾ اٽڪل ۱۷۰۰۰ لفظ آهن. جن ۾ ڪي لفظ سنسڪرت، فارسي ۽ عربي ٻولين مان سنڌيءَ ۾ آيل پڻ آهن. هي لغاتون

مڪمل Exhaustive ڪين آهن. پر نئين ڪٺيل سنڌ پرانت ۾ مقرر ٿيندڙ نون انگريزي عملدارن لاءِ بيشڪ ڪارگر هيون ۽ اهو ئي ناهڻ جو مطلب پڻ هو. ديوناگري لپي ڪتب آڻڻ جو پڻ گهڻن سببن مان هڪ اهو به هئو.

١٨٦٦ ۾ عبدل رحيم عباسي جـــواهر - ال - لغات نالي هڪ سنڌي فـــارسي لغات جوڙي جا اڄ ڏائين ڇپجي ڪين سگهي آهي.

١٨٧٩ ۾ هڪ پادري فـــادر شرٽ، اڌارام ٿانور داس ۽ ص - ف. مرزا جي مدد سان سنڌي انگريزي لغات جوڙي. عربي لپيءَ ۾ جوڙيل هيءَ پهرين لغات هئي. هن ۾ هر هڪ لفظ جـي معنيٰ ۽ گرامر جـو درجو ڏنل آهي. تنهن کانسواءِ سنڌيءَ ۾ ٻـــاهران آيل لفظن جو نڪاس Source پـڻ ڄاڻايو ويو آهـي. مثال ڪو لفظ پارسيءَ مان آهي يا سنسڪرت مان وغيره.

فادر شرٽ جـــي ڊڪشنريءَ کـــانپوءِ ڪيترين ڊڪشنريون نڪتيون جي گهڻي ڀاڱي اسڪولي شاگردن جي ڏانءُ جون هيون. انهن سيني مان پرمانند ميوارام جـــون A Sindhi - English Dictionary (1910) ۽ A New English - Sindhi Dictionary (١٩٣٣) مکيه آهن. انهن ڊڪشنرين جوڙڻ ۾ رچيندڙ ڪي تمام گهڻي ڄاڪوڙ ۽ شخصي ڪوشش ڪري ويٺي ۽ ڪشت ڪشالا ڪرڻا پيا. ليڪ جي گهڻي ۾ گهڻي ڪوشش

هُئي ته جيئن جي مڙني ڪيترن ۾ ڪتب ايندڙ سنڌي لفظ ڊڪشنريءَ ۾ درج ٿي سگهن، ان لاءِ هن پوري پوري ڪوشش ورتي آهي. ان کانسواءِ انگريزن سان گڏجي وري انهن سنڌي لفظن جا تز انگريزي لفظ ۽ معانائون ڏيڻ ۾ به پاڻ وسئون ڪين گهٽايائين. اهو ئي سبب آهي جو اڄ تائين معيار جي خيال کان سنڌيءَ ۾ آهي به ڊڪشنريون قابل تعاريف آهن ۽ هينئر به ساهتيه اڪادمي انهن انگريزي - سنڌي ڊڪشنريءَ کي ڇاپڻ لاءِ تيار آهي ۽ اهڙو فيصلو ٿي چڪو آهي.

باقي ڊڪشنريون گهڻي ڀاڱي مٿين ٻن ڊڪشنرين جي ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ اثر هيٺ آيل آهن. انهن ۾ ڪنهن به قسم جي ڪا واڌاري جي ڳالهه نه ڪيل آهي. سواءِ ان جي ته شهاڻيءَ جي ڊڪشنريءَ ۾ انگريزي لفظن جا اُچار ڏنل آهن.

انگريزي - سنڌي ۽ سنڌي - انگريزي لغاتن کانسواءِ ٻين ڪن ٻولين جون لغاتون پڻ سنڌيءَ ۾ ڇپيون ويون آهن. ١٩٥٠ ۾ ابن الياس اُردو - سنڌي ڊڪشنري جوڙي. جنهن ۾ اٽڪل ١٤٠٠٠ لفظ آهن. هرهڪ اُردو لفظ جون هڪ يا ٻه سنڌي معانائون ڏنيون ويون آهن. اُنهن ۾ لفظ جا گرامر جا درجا ۽ سندن اشتقاق پڻ ڏنل آهن. پر اعرابن جي نه هئڻ ڪري مڪيه لفظ جو صحيح اُچار معلوم ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو آهي. جا ڳالهه لغاتي-فن جي لحاظ کان غير وگيانڪ آهي.

پاڪستان ۾ سنڌي ادبـــي بورڊ ۱۹۵۹ ۾ سنڌي- اردو ڊڪشنري تيار ڪئي جنهن ۾ اٽڪل ۲۴۰۰۰ لفظ آهن. ۱۹۶۰ ۾ وري اردو- سنڌي ڊڪشنري ميدان ۾ آندي. جنهن ۾ ويهه هزار اردو لفظ آهن. انهن ٻنهي ڊڪشنرين جو سمپادڪ قابل لغات نويس نبي بخش خان بلوچ ۽ غلام مصطفيٰ ڪيو. اهـــي ٻئي ڊڪشنريون وديارٿين جي ڏاڍو ڪم جون آهن ۽ چڱيون ڪارگر آهن.

## ٽه ٻوليون ڊڪشنريون

اڄ تائين فقط ٻه، ٽه ٻوليون ڊڪشنريون سنڌيءَ ۾ ڇپيون آهن. ۱۹۵۹ع ۾ ميمڻ عبدالمجيد (پاڪ ٽرپليٽ) جنهن ۾ اردو- سنڌي- انگريزي ٻوليون آهن، ڊڪشنري جوڙي. ٻي آهي هندي- انگريزي - سنڌي ڊڪشنري جا ديپچند تلوڪچند ديودت شرما ۽ پريوداس برهمچاري گڏجي. ۱۹۶۲ ۾ هند سرڪار جي گرانٽ سان جوڙي تيار ڪئي. ان ۾ سنڌيءَ لاءِ ديوناگري لپي ڪتب آندل آهي. هن ڊڪشنريءَ ۾ اٽڪل چار هزار لفظ آهن. سنڌي ديوناگري لپيءَ جي Standardisation نه ٿيڻ سبب ساڳيو لفظ الڳ الڳ نموني لکيل آهي. ٻيءَ طرح هيءَ ڊڪشنري سنڌي شاگردن جي خيال کان خاص ڪمائتي ڪين آهي. نه ئي وري هندي ڄاڻندڙن لاءِ سنڌيءَ جو سٺو ذخيرو پيش ڪري ٿي.

## اشتقاقي ڊڪشنريون

هن ڏس انگريز پادري فادر شرٽ ١٨٦٦ ۾ ”اکر ڌاتو“ جوڙڻ سان شروعات ڪئي. پر بدقسمتيءَ سان اها تائين دستخط جي روپ ۾ ئي رهجي ويئي آهي. سنه ١٨٨٦ ۾ ڄيٺمل وسڻاڻيءَ وينجهي ڪوش جي رچنا ڪئي. هن ڪم جي مهتوَ کي نظر ۾ رکي سنڌ جي ٽماهي رسالي مهراڻ ١٩٦٠ ۾ هن کي وري ڇپيو. اصلوڪي ڇاپي ۾ ڌاتو ديوناگري لپيءَ ۾ ڏنل آهن پر مهراڻ رسالي وارن انکي عربي لپيءَ ۾ پيش ڪيو آهي ۽ وري اعرابن تي خاص ڌيان ڪونه ڏنو آهي. جنهنڪري ڌاتوءَ جو صحيح اُچار سمجهڻ ۾ مشڪلات درپيش اچي ٿي.

هن ڊڪشنريءَ ۾ مهاڳ ۽ اپسراڱن جي سوچيءَ کان سواءِ ٻه ڀاڱا آهن. پهرئين ڀاڱي ۾ ڌاتو ۽ انهن مان ٺهيل لفظ آهن ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ لفظن جا بنياد ۽ ان جي لفظن جو ورڇن آهي.

ان قسم جو ٻيو هڪ ڪم محدود هوندي به، خاص ڪارائتو آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي ” شاهه جي رسالي “ جي هرهڪ ڀاڱي جي پنيان عام واهپي ۾ نه ايندڙ لفظن جي معنيٰ ۽ اشتقاقي اِتهاس ڏنو آهي. هيءُ ملهائتو ڪم سچ پچ سنڌي جڳت لاءِ هڪ مٺيو آهي.

۱۹۵۵ ۾ عبدالڪريم سنديلي تحقيق لغات سنڌي جوڙي جنهن ۾ اٽڪل ۴۲۵۰ لفظ آهن. لفظن جو سنسڪرت اشتقاق (Etymological Source) ڏنل آهي. سنه ۱۹۶۶ ۾ پارٽي پاشائن جي ودوانن ڊاڪٽر ٽرنر هڪ اعليٰ ڊڪشنري جوڙي. پارٽي ٻولين جي اڀياس لاءِ هڪ روشن راهه پيدا ڪئي. هن ڊڪشنريءَ جو نالو آهي ڊڪشنري آف ماڊرن انڊو آرين لئنگئجس. هن ڊڪشنريءَ ۾ ويدڪ سنسڪرت ۽ سنسڪرت جي ڌاتن ۽ بنيادي لفظن جا جديد پارٽي ٻولين جا لفظ آهن.

## شاهه ڪريم يا ڪنهن هڪ رسالي تي جوڙيل ڊڪشنريون.

ڪافي ودوانن شاهه جي رسالي تي ڊڪشنريون جوڙيون آهن. هن ڏس ۾ پهرين ”ٻه- ٻولي ڊڪشنري“ ليلارام وطڻمل لعلواڻي سب جج ۱۸۹۰ ۾ ”گلو سري آف شاهه جو رسالو“ جي نالي سان شايع ڪئي. مکيه داخلو عربي سنڌيءَ ۾ لکيل آهي ۽ معنيٰ انگريزيءَ ۾ ڏنل آهي. هي پنهنجي قسم جو هڪ شاندار ڪم آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ ليکڪ شاهه جي زندگي، ڌرم ۽ صوفي مت ۽ ويدانت جي سڌانتن تي ۹۵۰ صفحن ۾ چٽيءَ طرح روشني وڌي آهي. اينترن ٽي صفحن ۾ ٻئي ڀاڱي ۾ ليکڪ لفظن جا صحيح اُچار ڏنا آهن ۽ ڊاڪٽر

ٽرمپ ۽ بامبي سرڪار جي ڇپايل رسالن ۾ ڪيل غلطين جون درستيون ٻڌايون آهن.

ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ هڪ ڊڪشنري غريب - ال - لغات شاهه جي ٻهرين ٽن سرن جي آڌار تي جوڙي جا ۱۹۰۷ ۾ شايع ٿي.

۱۹۱۴ ۾ مرزا قليچ بيگ ”لغات لطيفي“ جوڙي. جنهن ۾ شاهه جي رسالي جي ڏکين لفظن جون معنائون ڏنيون آهن. هن ڊڪشنريءَ جي خوبي اها آهي ته معنائن کي سلسيوار سرن ۾ ورهايو ويو آهي.

هن ڏس ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جون ڪوششون پڻ قابل ذڪر آهن. شاهه جي رسالي جي ڇپايل ٽن ڀاڱن ۾ هرهڪ جي پڇاڙيءَ هڪ وڏي لسٽ ڏکين لفظن جي معنيٰ سان ڏنل آهي. اهي جيڪر ڌار ڪري ڇپائجن ته شاهه جي رسالي کان به هڪ وڏي ڊڪشنري ٿي پوي.

۱۹۲۱ ۾ مرزا قليچ بيگ ”لغات قديمي“ جوڙي جنهن ۾ ۱۰ شاعرن جي ڏکين لفظن جون معنائون ڏ آهن. جن ۾ شاهه لطيف پڻ هڪ آهي.

## اصطلاحن ۽ پهاڪن جون ڊڪشنريون

هن قسم جي شروعات ۱۹ صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ روچيرام گجومل " A hand book of Sindhi

"Proverbs" سان ڪئي. هن ۾ سنڌي پهاڪن جا انگريزي پهاڪا ڏنل آهن. ۲۰ صديءَ جي شروعاتي دؤر ۾ هن قسم جا ڪجهه ڪم ظاهر ٿيا. ڪيولرام سلامتراءِ ۱۹۰۵ ۾ گلشڪر جوڙيو. هن ڪتاب جي هر دلعزيزي ۽ ضرورت اُن سان ظاهر آهي جو اُهو پنجه دفعا ڇپجي چڪو آهي. جن مان آخرين دفعو سنڌي ادبي بورڊ پاڪستان طرفان ڇپايل آهي. هن ۾ ۵۷۰ پهاڪا ڏنل آهن. ڪن ڪن پهاڪن ۾ ساڳئي ويچار وارا فارسي ۽ هندي پهاڪا، دوها يا رباعيون ڏنيون ويون آهن. هر هڪ پهاڪي جي معنيٰ سان گڏ سنڌس شروع ٿيڻ جو سبب ۽ انجي آکاڻي ڏنل آهي.

سنه ۱۹۱۰ ۾ گهنشامداس سرامنداس "سنڌي ٻوليءَ جي سونهن" نالي اصطلاحن جي هڪ ڊڪشنري جوڙي. هن ۾ ٻه هزار پنجه سؤ اصطلاح آهن. ليکڪ ڪنهن ٻه اصطلاح جي وچور نه ڏيئي صرف معنيٰ ۽ جملي ۾ اُپيوگ ڏنو آهي.

ديوان ڪوڙيمل ۱۹۱۱ ۾ "Sindhi Proverbs" نالي هڪ ڪتاب ظاهر ڪيو.

سنه ۱۹۲۵ ۾ مرزا قليچ "پهاڪن جي حڪمت" نالي هڪ شاندار ۽ يگاني لغات جوڙي راس ڪئي. هيءَ مکيه ٽن ڀاڱن ۾ مغرب، مشرقي ۽ ٻرمي گرنٿن جي آڌار تي ورهايل آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ مشرقي ايشيا

جهڙوڪ چيني، جپاني، ملايلي، بنگالي، ڪشميري، ڪنري، ٽامل، تيلگو ٻولين ڪنيل آهن. مغربي ٻولين عربي، فارسي، ترڪي، افغاني يا پشتو، هندستاني ۽ سنڌي ٻولين جا پهاڪا ڪنيل آهن.

ٻئي ڀاڱي ۾ مغربي ملڪن جهڙوڪ انگريزي، فرينچ، اسپيني، پورچوگالي، اٽلي، جرمني ۽ رشين ٻولين جا پهاڪا ڏنل آهن.

ٽئين ڀاڱي ۾ پوتر گرنٿ جهڙوڪ بائيبل، قـــران، حديث مان پهاڪا ڪنيل آهن .

انهن سيني ٻولين جي پهاڪن کي سنڌيءَ ۾ آٽي اکري ترجمو ڪيو ويو آهي. پر اصلي پهاڪا نه ڏنا ويا آهن ۽ نه ئي وري ليکڪ انهن تـــي پنهنجو شخصي رايو ظاهر ڪيو آهي. ان هوندي به هيءَ ڪم الڳ الڳ ٻولين ۽ جدا جدا تهذيبن جي لحاظ کان بلڪل ملهائتو آهي. بهتر ٿئي ها اگر ليکڪ اُنهن پهاڪن جــا ملندڙ جهلندڙ سنڌي پهاڪا پڻ ڏئي ها جيئن جدا جدا قومن جي ويچارن جي ويجهڙائيءَ ۽ جدائيءَ جي چڱيءَ پر خبر پئجي سگهي.

١٩٢٥ ۾ پيرومل مهرچند آڏواڻــيءَ ” گلقند “ نالي وسنار وارو پهاڪن ۽ اسطلاحن جــو ڪتاب جوڙيو جو ٻن ڀاڱن ۾ آهي. پهريون ڀاڱو ڪنهن حد تائين به ڀاشائي آهي. ان ۾ ٩١٩ پهاڪا آهن. ليکڪ ڪن ڪن پهاڪن

جي نهڻ جو اِتهاس بيان ڪيو آهي. جنهنڪري ٻهاڪن جي سچائيءَ ۾ ته اِضافو ٿيو ئي آهي. پر پڙهندڙن لاءِ پڻ رچي پيدا ڪندڙ آهـــي. گهڻي ڀاڱي ٻهاڪن جا ويجها انگريزي ٻهاڪا ڏنل آهن.

ٻئي ڀاڱي ۾ ١٤٥٠ اصطـلاح ڏنـــل آهـن. هر هڪ اصطلاح جي مختصر وچور ڏيڻ کان پوءِ ليکڪ ان جو استعمال جملي ۾ ڪيو آهي. ڪن ڪن اصطلاحن جو ويجهو انگريزي اصطلاح پڻ ڏنو آهـي. اصلوڪو ڇاپو سنڌي عربي لپيءَ ۾ آهي پر تازو دهلي يونيورسٽيءَ سنڌي ديوناگريءَ ۾ پڻ ڇپايو آهي.

انهن شروعاتي ڪوشش کان پوءِ ڪيترائي اسڪولي معيار لاءِ ڪتب ايندڙ ننڍا وڏا ڇاپا نڪتا. پر انهن ۾ ڪوبه خاص سڌارو ڪونه ٿيل آهي. انهن ۾ م۰ ج۰ شهاڻيءَ جو ١٩٣٧ ۾ نڪتل Hand book of Sindhi Idioms چڱو ڀيارو هو. هن ۾ اٽڪل ٣٠٠٠ اصطلاح ڏنل آهن. ليکڪ جي لکڻ مطابق تمام گهڻا عام واهپي جا اصطلاح چونڊي ڏنل آهن. هيءُ ڪتاب شاگردن ۽ ودوانـــن لاءِ تمام ڪارائتو آهي.

امر لعل ساڌوانيءَ جـــي ٻهاڪن تـــي ڪيل ڪم ڪونج ماهوار رسالي ۾ سلسليوار ڇپيو آهي، جلد ئي ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيڻ وارو آهـي. ساڳئي ليکڪ جو Sindhi Doublets تي هڪ تفصيل وار ڪيل ڪم

جديد زماني جو سنڌي جڳت ۾ پنهنجي قسم جو ڪم آهي، پر اڃا اڻ ڇپيل حالت ۾ آهي.

۱۹۵٦ ۾ ”ڪڏمنڊا“ نالي ڇڳو تفصيلوار ٻهاڪن جو ڪتاب جوڙيو ويو آهي. پر اهو هندستان ۾ ڇاڻي لاءِ موجود ڪين آهي.

ڪجهه سال اڳ سيلان جي ٽيرٿداس ڀيسومل هاٿيراماڻي اٽڪل ۳۵۰۰ ٻهاڪن جي هڪ وڏي ڊڪشنري جوڙي آهي. جنهن ۾ الف - بي جي حساب سان ٻهاڪا ڏنل آهن. هن ۾ سنڌي ٻهاڪن جو هڪ وڏو ذخيرو ڪٺو ڪيل آهي، جو اڻ ڇپيل آهي. هيءَ املهه ڪتاب پڻ اڃا دستخط روپ ۾ آهي. جنهن جي ڪاپي سنڌو ڪوچما ڪيندر پوني وٽ آهي.

## ٽيڪنيڪي (Technical) الفاظن جون ڊڪشنريون

A Vocabulary of Sindhi ۱۸۵۵ ۾ مسري Agricultural terms herbs and drugs جوڙي. "Hand book of Geology, Botany ۱۸۸۰ ۾ مري and Zoology and drugs of Sindhi" جوڙيو. هن Plants and Drugs of Sindhi پڻ جوڙي جا ۱۸۸۴ ۾ شايع ٿي. اهي هن ڏس ۾ شروعاتي ڪوششون آهن جيڪي انگريزن دوارا ڪيون ويون.

اُن ڏس ۾ ٻهريون ڏيهي عالم مرزا قليچ بيگ هو.

جنهن ١٨٩٥ ۾ باغباني لکيو. ان ۾ باغباني فن جي هر جاڻ ڏني ڪيل آهي. باغبانيءَ جـــي هر پهلوءَ تي روشني وڌل آهي. مثال الڳ الڳ فصل انهن جي پوکڻ جا وقت - الڳ قسمن جا ٻج ۽ انهن لاءِ الڳ قسمن جي گهربل زمين ۽ انهن لاءِ ڪتب ايندڙ اوزارن جـــا پڻ وچور وار تفصيل ڏنل آهن.

"فرهنگ جافري" يوناني ۽ آير ويدڪ طب تي تيار ڪيل هڪ تمام وچور وار تـــن ڀاڱـــن ۾ تيار ڪيل ڊڪشنري آهـــي جـــو محمد جفـــر آنساري ١٩٤٦ ۾ شايع ڪئي.

## ٻيا حوالي وارا ڪـــم OTHER REFERENCE WORK

ان قسمن جـــي ڪمن ۾ پنڊت ڪشنچند جيتلي جون ڪوششون ساراهه جوڳيون آهن. ٻهراڻ آهي سنڌي نالن جو اشتقاقي اتهاس ۽ ٻيو آهي سنڌي ڏاٽن جي ڊڪشنري. جي ٻئي اڻ ڇپيل آهن.

١٩٦١ ۾ نرواڻي پـــارت ويوهار ڪوش تيار ڪيو، جنهن ۾ ڀارت جي سورهن (١٦) ٻولين جا ٣٠٠٠ چونڊ لفظ ۽ ٥٠٠ جملا آهن. هن ۾ سنڌي ورياڳ هريسنگهاڻي ۽ خوبچنداڻي جو تيار ڪيل آهي.

١٩٦٣ ۾ رام شرمـــا ١٠٠٠ ضدن جـــو هڪ ننڍڙو مجموعو تيار ڪيو. جو شاگردن لاءِ تمام ڪارگر آهي.

هن ۾ اٽڪل ١٠٠٠ ضد آهن. هن ڪتاب جي خوبي
اها آهي ته جنهن ٻوليءَ جو لفظ سنڌيءَ ۾ آيل آهي
اُنجو ئي وري ضد به لکيل آهي. ساڳئي ليکڪ جو
صفتن ۽ اسم ذات جو ننڍڙو مجموعو پڻ ڇپايل آهي.
Indian National Highway for all ۾ ١٩٦٧
اديلنتا سينتا ديويءَ ڇپايو. جنهن ۾ سنڌي ٻولي پڻ آهي.
ڊيڪن ڪاليج پونا جي سنڌي ڀاشا وگيان وڀاڳ
A Comprehensive Sindhi English جي زير - سايع
Dic. نهڻ جي هڪ رٿا آهي. جنهن جو پهريون ڀاڱو
صرف حرف علت (Vowels) جو تيار آهي. جنهن ۾
اٽڪل ٢٥٠٠ مکيه داخلو لفظ (Main Entries) تيندا
۽ ان کان به وڌيڪ تعداد مرڪب لفظن (Compound) جو
ٿيندو. في الحال هن ڊڪشنريءَ جا ١٠٠ صفحا سائڪلو سٽائيل
ڪرايل آهن. جيڪي ودوانن جي راءِ لاءِ موڪليل آهن.
ان مان جاڻ پوي ٿي ته ڊڪشنري ڪيتري قدر
وچور وار آهي. فقط داخلو لفظ (اڪ) تي ٢٥ فل سڪيپ
پنا آهن.

سنڌي اتهاسي لغاتون ۽ وشو ڪوش Encyclopedia
نڪتل نه آهن. ●

# سنڌي تهذيبي ڪيندر جي روپ ريکا

ورهاڱي بعد سنڌي پنهنجي روزگار ۽ پيرن تي بيهڻ ۾ لڳي ويا. ان بعد هنن تعليم ڏانهن ڌيان ڏنو. سڪول ۽ ڪاليج کوليائون. اڄ ٽيهن سالن بعد يا اُن کان به گهڻو اڳ، اهو محسوس ڪيو ويو ته سنڌين جو ڪو تهذيبي مرڪز هجڻ ضروري آهي. ان ڏس ۾ پروفيسر رام پنجواڻيءَ جو سنڌو ڀون لاشڪ ساراهه جوڳو قدم آهي. پر اڄ ضرورت آهي ته سنڌي تهذيب جو اهڙو مرڪز هجي جيڪو اڳتي هلي سنڌي يونيورسٽيءَ جو روپ وٺي. جيئن ٽئگور جو شانتي نڪيتن، شروع ۾ تهذيبي ۽ ڪلا جو مرڪز هو. جو هاڻي يونيورسٽيءَ جي درجي تي پهتو آهي.

تيئن سنڌين جو تهذيبي مرڪز (Institution of Sindhiology) هجڻ ضروري آهي. ان لاءِ عملي قدم لاءِ ڊاڪٽر گدواڻيءَ کي ڪارگر رٿون ڏنيون آهن جن تي سنڌي بزرگ، تعليمدان، اديب ڪجھ گڏجي ڪري سان سوچي ڪو عملي قدم کڻندا ته سنڌين جي اها کوٽ به پوري ٿي سگهي ٿي.

ڀارت ۾ اچڻ کان پوءِ سنڌي سڄي ڀارت ۾ ٽڙي پکڙجي ويا. انکري ڪئين تهذيبي مسئلا کڙا ٿي پيا. مثال طور مفاصلي جي دوريءَ ڪري هڪ ٻئي سان لڳ وچڙ ۾ نٿا اچي سگهن. ٻيو ننڍن ڳوٺن ۾ يا شهرن ۾ ٿوري تعداد ۾ هجڻ ڪري سنڌي ٻارن کي سنڌي ماڌيم ۾ سکيا نه ٿي ملي سگهي. ساڳيءَ طرح اوچ سکيا لاءِ پڻ جوڳا بندوبست نه ٿي سگهيا آهن. سواءِ ايڪڙ ٻيڪڙ جڳهين جي ٻين هنڌ تعليم لاءِ گهربل سهوليتون ميسر ٿي نه سگهيون آهن. ساڳيءَ طرح ڏڻ وار ملهائڻ ۾ به تڪليفون اڏو آيون آهن. يعني جتي سنڌين جو تعداد وڌيڪ آهي اتي ئي اهي ملهائي سگهيا آهيون. ٻيءَ حالت ۾ اسان پنهنجي تهذيبي ورثي کان وڇڙندا پيا وڃون. اسان جي نئين ٽهي مڪاني ماحول جي زبردست اثرن کان پاڻ کي بچائي نه سگهي آهي. اهڙيءَ حالت ۾ سنڌي تهذيب ۽ سنڌي ٻوليءَ جو آئيندو اونداهو نظر اچي رهيو آهي.

پنهنجي تهذيب کي زندهہ رکڻ لاءِ الڳ الڳ وقتن تي الڳ الڳ ودوانن پنهنجا پنهنجا رايا پڻ پيش ڪيا آهن. هت مان پنهنجا وچار پيش ڪري رهيو آهيان. منهنجي وچار موجب اسان کي هڪ اهڙو ڪيندر کولڻ کپي جتي اسان جي ساهتيه، ڪلا، سنگيت، لوڪ ساهتيه، وغيره جي هر پهلوءَ تي ڪم ٿئي. پوءِ اهو ڪيندر Institute of Sindhotogy هجي يا Institute of Sindhi Studies هجي يا پڻ ڪنهن ٻالي سان.

ان ڪيندر جي روپ ريکا هيٺئين نموني ٿي سگهي ٿي.

## (١) ٻولي ۽ ساهتيه وڀاڳ

هن وڀاڳ ۾ ٻولي ۽ ساهتيه جي هر پهلوءَ تي ابياس ٿيڻ کپي. مثال طور سنڌي ٻولي ۽ ان جي مسئلن جي ڀاشا وگيان جي نظريي کان اوکه ڊوکه ڪري سگهجي ٿي.

ساهتيڪ وڀاڳ ۾ سنڌيءَ جي ناول، ڪهاڻيءَ، ڪاويه وغيره تي ڪم ٿيڻ کپي. يا انهن وشين جي گهٽن ٿي پهلن تي معياري ڪتاب لکي ودوانن جي ۽ وديارٿين جي مدد ڪري سگهجي ٿي. ٻا وقت به وقت پيا جيڪي ڪم نيڪ سمجهيا وڃن اهي ڪيا وڃن.

## (۲) ڪلا وياپج

هن ۾ اسان جا چترڪاري ۽ سنگتراشي وغيره انيڪ ننڍا وڏا وياپج ڪولي سگهجن ٿا. مثال سنڌي پرت پرت يا آر جو ڪم يا هرمچو وغيره. ڪيترائي اسان جا پنهنجا خاص سنڌي پرت آهن، انهن کي ۽ ٻين لوڪ ڪلائن کي همٿائي سگهجي ٿو. سنڌي ڪلاڪارن کي همٿائي خاص سنڌي جيوڻ سان واسطو رکندڙ يا سنڌي ڪلا جو اظهار ڪندڙ ڪلا جا نمونا تيار ڪرائي سگهجن ٿا.

## (۳) ناٽڪ وياپج

هن ۾ سنڌي ناٽڪ منڊلين کي اُتساهه ڏياري، هن ڪيتر ۾ شڌ سنڌيت سان واسطو رکندڙ ناٽڪ لکارائي، انهن کي پارت جي الڳ الڳ سنڌي ڪئمپن ۾ پنهنجا کيل ڏيکاري سگهجن ٿا. هن ۾ ڪوشش اهائي ٿيڻ گهرجي ته سنڌي ناٽڪن ۾ سنڌي سڀيتا جي ئي جهلڪ هجي. ناٽڪ جنتا تي اثر وجهڻ لاءِ زوردار واهڻ آهن. جنهن جو اثر ڏسندڙن تي ناول يا ڪهاڻي پڙهڻ ڪان بنو ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته ٿوري ئي وقت ۾ اکيون ۽ ڪن ٻه حواس ڪم ڪن ٿا ۽ وندر جي ڀهاني مشغول ۾ مشغول سنڌي ٻه وقت ڪيڏي ڏسڻ اچن ٿا. ٻيءَ طرح سنڌي ڪهاڻي يا ناول يا شعر پڙهڻ اهو ڏکيو آهي.

## (۴) سنڌي سنگيت وڀاڳ

هن وڀاڳ ۾ سڀ کان پهرين خاص ۽ نج سنڌي سرن کي ٽيپ ڪري رکڻ جو ڪم ٿيڻ کپي. ڇاڪاڻ ته ٿي سگهي ٿو ته وقت جي دوران ۾ اسان جي سنگيت جي ڄاڻو پيڙهي نه رهي ۽ اسان جو املهه ورثو ختم ٿي وڃي.

## (۵) گڏيل وڀاڳ

مٿين مڙني وڀاڳن کانسواءِ هڪ گڏيل وڀاڳ هجي. جنهن ۾ باقي ٻڌل وشين تي جيئن ته سماجڪ مسئلن يا ٻين ڪيترن وشين تي الڳ الڳ وقتن تي، وقت، پئسي ۽ ضرورت مطابق ڪم ڪرائي سگهجي ٿو.

ان کان سواءِ لوڪ ساهتيه کي ساهتيه وڀاڳ ۾ رکي سگهجي ٿو. لوڪ سنگيت کي سنگيت وڀاڳ ۾ ۽ لوڪ ڪلا کي ڪلا وڀاڳ ۾ رکي سگهجي ٿو. اهڙيءَ طرح وقت به وقت ٻين مسئلن کي به هڪ يا ٻئي وڀاڳ اندر رکي سگهجي ٿو يا ضرورت پوڻ وقت نئون وڀاڳ کولي يا بند پڻ ڪري سگهجي ٿو.

## مٿين وڀاڳن جا ڪم

۱- هر هڪ وڀاڳ ۾ هڪ دائمي عملو هجي جو وقت به وقت پنهنجي وشيه تي ڪتاب لکي ۽ پنهنجي

کيتر ۾ سنڌي تهذيب سان واسطو رکندڙ وشين تي ڪتاب يا ليک لکي ڀارت ۽ وديش جي سنڌين تائين پهچائي. جيڪڏهن چترڪار آهي ته هو ڪوشش ڪري سنڌي سڀيتا سان واسطو رکندڙ چتر تيار ڪري. مورتيڪار آهي ته هو به ساڳئي نموني سنڌي سڀيتا سان واسطو رکندڙ مورتي ڪلا جا نمونا تيار ڪري.

٢- ڪيندر ڪي وقت به وقت اوچي معيار جا سيمينار ڪرائي، انهن ۾ پڙهيل تحقيقي مقالن کي ڪتابي صورت ۾ ڇپائڻ کپي. ان کان سواءِ انهن کي انگريزي، هندي وغيره ٻين ڀاشائن ۾ انهن جو ترجمو ڪري پڻ ڇپائڻ کپي.

٣- ڪيندر کي ڪي ڪجهه اهڙيون فيلوشپون هجن، جن ۾ يونيورسٽين جي ڊگرين جو بندش نه هجي. مثال طور سري نارائڻ پارتي آهي. (هاڻ ڊاڪٽر پارتي) هن ڀارت ۾ اڪيلي سر لوڪ ساهتيه ۾ گهڻو ڪم ڪيو آهي. ڪيندر هن کي سٺي فيلوشپ ڏئي يا مان ته جيڪر چاهيان ته سٺي پگهار تي دائميءَ طرح ڪيندر ۾ رکي لوڪ ساهتيه جي ڪم کي همٿائي سگهجي ٿو.

٤- ڪيندر کي ڪجهه مهان فيلوشپون هئڻ کپن. اسان جا ڪيترا ڪلاڪار، ڪوي يا ليکڪ آهن جيڪي ڏاڏي يا نوڪريءَ ۾ آهن، اهي جيڪڏهن ٿوري وقت لاءِ اچي ڪيندر ۾ رهي پنهنجو ڪم

ڪرڻ چاهين ته ڪين مهمان فيلو طور گهربل سهوليتون ڏيئي رهايو وڃي. جتي ڪين رهڻ، کاڌي وغيره جي هر سهوليت ڏني وڃي. مثال طور ڪشن ڪتوائي ڏنڌي ۾ آهي ۽ نارائڻ شيام نوڪريءَ ۾ آهي. هو جيڪڏهن ڪجهه مهنا يا سال به موڪل وٺي ڪيندر ۾ ڪم ڪرڻ چاهين تــه ڪين گهربل سهوليتون ڏيــڻ کپن. ساڳيون سهوليتون ٻين ودياڳن جي ڪلاڪارن کي پڻ ملڻ کپن.

٥- ڪيندر کي ماهياني بليٽن ڪڍي انجي رستي سڄي سنڌي جڳت سان سنبنڌ رکڻ کپي.

## ڇپائــڻ

ڪيندر کي هڪ تمام شاندار پـريس هجي جتي ليکڪن جي ڪتابن ۽ ليکن جي ڇپجڻ جو پورو پورو بند و بست هجي.

## هاسٽل ۽ لئبرري

ڪيندر کي تمام سٺي هاسٽل هجي جتي وقت به وقت سنڌي ودوان يــا غير سنڌي ودوان جيڪي سنڌي وشين سان واسطو رکندڙ وشين تي ڪم ڪرڻ چاهين، اچي رهي سگهن.. ساڳيءَ طرح سنڌيءَ ۽ ٻين ٻولين جـي سٺن ڪتابن جـــي هڪ سٺـــي لئبرري بـه هجي.

## ڏؤرا

ڪيندر سڄي ڀارت جي سنڌين سان ڳنڍيل رکڻ لاءِ هڪ مکيه ڪم جيڪو ڪري سگهي ٿو، سو هڄي وقت ۾ وقت سنڌي شاعرن ليکڪن سنگيتڪارن ۽ چترڪارن جي ڏؤرن جو بندوبست ڪرڻ. هي ڏؤرا سڄو سال ڀارت جي الڳ الڳ سنڌي ڪئمپن يا سنڌي پنچاتن جي سيائن وغيره جي سهڪار سان ٿيڻ کپن. اُنهن ڏؤرن وقت هيٺين ڳالهين جو خاص خيال رکڻ کپي:-

١- سيني سنڌين سان خاص سنبنڌ رکڻ.

٢- مڪاني قابليت (Local talent) کي هر قسم جو اُتساهه ڏيارڻ ۽ نئين ٿهيءَ جي اُسرندڙ ڪلاڪارن کي همٿائڻ ۽ دڳه لائڻ. ضرورت پوڻ تي ڪيندر طرفان، ڪنهن سنستا طرفان يا وري مرڪزي يا راجيه سرڪار کان مدد وٺي ڏيڻ. هن ڪم ۾ ڪيندر جو اهو ويڳه جنهن سان ڪلاڪار جو واسطو آهي، اهو پنهنجي ڪيتر جي اُسرندڙ ڪلاڪار يا ليکڪ کي مدد وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪري.

٣- ڪيندر ۾ ڇپايل ڪتاب، تيار ڪيل چتر يا ڪلا جا نمونا هر هڪ ڏؤرو ڪندڙ ڪلاڪار يا ڪلاڪارن جي ٽولي پاڻ سان کڻي ويندي ۽ پروگرام جي ڏينهن اُنهن ڪتابن، چترن ۽ ڪلا جي نمونن جي نماءَ جو پڻ

بندوبست ڪندي ۽ انهن جي وڪري ڪي همٿائڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪندي.

## ڪيندر جو خرچ

هاڻي مکيه ۽ سيني ڪان اهم سوال آهي ته اُن ڪيندر ۾ ٿيندڙ هيترو سارو خرچ ڪير پري؟ هن باري ۾ هيٺيون سمڀاونائون (Possibilities) ڏي سگهن ٿيون.

١. سنڌي دانويرن جي پئسي سان.
٢. مرڪزي سرڪار جي پئسي سان.
٣. مرڪزي سرڪار، راڄيه سرڪار ۽ دانويرن جي گڏيل سهڪار سان.

هاڻي اچو ته اُنهن سيني تي ويچار ڪريون:-

## ١- سنڌي دانويرن جي پئسي سان

هن قسم جون ٻي ڪوششون سنڌي ودوانن ڪيون آهن. پهرين ڪوشش ١٩٦٠-١٩٦١ ۾ دهليءَ ۾ ٻن سنڌي نوجوانن شري نارائڻ سامتاڻي (هاڻي .Ph· D) ۽ شري لڇمڻ کوبچنداڻي (هاڻي .Ph. D) جي ڪوشش سان سنڌو ريسرچ سوسائٽي ڪلي. جا ٻنهي ودوانن جي دهلي ڇڏڻ کان پوءِ بند برابر آهي. ٻي ڪوشش لڇمڻ کوبچنداڻي آميريڪا مان موٽڻ کانپوءِ پوءِ پوني ۾ سنڌو کوجنا ڪيندر کولڻ سان ڪئي. هن ڪيندر ڪي سنڌين جو هڪ وڏو کوجنا جو مرڪز ٺاهڻ جو

سپنو به اصلي روپ اختيار نه ڪري سگهيو. هتي مان هڪ ڳالهه صاف ڪرڻ چاهيندس ته هتي ڏانوين جو ڏوهه نه آهي. ڪوجنا ڪيندر کان اڳ ۽ هاڻي به ڏانورين جو ڏوهه نه آهي. ڪوجنا ڪيندر کان اڳ ۽ هاڻي به ڏانوين جو ڀورو ڀورو سهڪار آهي، خاص ڪري شري عطر سنگتاڻيءَ جو، جنهن پڻ ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچنداڻيءَ سان گڏ سنڌو ڪوجنا ڪيندر کي سنڌين جو هڪ سنو ساهتڪ ۽ ڪوجنا جو مرڪز ناهڻ جو ويچار پڪو ڪيو هو. ٻين ڪوشش محدود پئماني تي پروفيسر رام پنجواڻيءَ بمبئيءَ ۾ سيتا سنڌو ڀون کولڻ سان ڪئي آهي. ان ۾ اڄ تائين ڪيتري قدر لوڪ گيتن ۽ لوڪ سنگيت جو دائمي ڪم وگياني طريقي سان ٿيو آهي، سو مان چئي نه ٿو سگهان. ان کان سواءِ ٻيون به ڪي ننڍيون وڏيون ڪوششون ٿيون هجن ته مان نه ٿو چئي سگهان.

## ٢- مرڪزي سرڪار جي مدد سان

مٿئين آزمودي کي ڏسندي مان جيڪر چاهيان ته مرڪزي سرڪار ان ڪيندر جي ذميواري کڻي. پر ان ۾ سرڪار جي سڌيءَ طرح يا اڻ سڌيءَ طرح دست اندازي ٿي سگهي ٿي. انڪري مان جيڪر هيئنين ڳالهه وڌيڪ پسند ڪريان.

## ۳- مرڪزي سرڪار، راجيہ سرڪارين ۽ دانوين جي مدد سان

هن مان پڌرين ڳالهه ته ٿيندي ته اڪيلي سر مرڪزي سرڪار تي آرٿڪ بوجهه نه پوندو. ٻيو ته جتي جتي سنڌي آهن، اهي راجيہ سرڪارون پڻ ان ڏس ۾ ڪجهه ذميواري محسوس ڪنديون. ٻيون سنڌي دانوين جي پئسي ڏيڻ سان سنڌي جاتي پڻ پاڻ کي ان ڪيندر ۾ ڀاڱي ڀائيوار سمجهندي. ان طرح سنڌي قوم ڪيندر کي پنهنجو سمجهندي جا ڳالهه مکيہ آهي. پوريءَ طرح سرڪاري سنستا هئڻ جي حالت ۾ ٿي سگهي ٿو ته عام ماڻهو ان ڪيندر کي ايترو سهڪار نه ڏين ۽ سمجهن ته اها سنستا پڻ سرڪار جي ٻين ڪن سنستائن وانگر آهي.

هاڻي سوال آهي، ته اهو سڀ ٿئي ڪيئن؟ منهنجي ويچار موجب:

۱. ڪيندر جون ڪجهه دائمي گهرجون، جهڙوڪ جڳهه، عملو ۽ پريس وغيره لاءِ مرڪزي سرڪار خرچ ڀري.

۲. باقي وقت به وقت ڪنهن رٿا (Project) لاءِ، يا ڪنهن ساهتيڪار، ڪلاڪار يا ناٽڪ منڊلين جي دوري لاءِ خرچ جو ڪجهه حصو يا راجيہ سرڪارون يا دانوير يا مڪاني سنڌي سنستائون ڀرين.

٣. ڪتابن جي ڇپائڻ لاءِ پڻ راجيه سرڪاريون يا دانوير يا سنڌي سنستائون ڪيندر ڪي ڀڱسي جي مدد ڪري سگهن ٿيون.

٤. ڪي دانوير يا راجيه سرڪاريون مهان فيلو لاءِ ڪجهه ڀتسا يا سڀ ڀتسا ڀري سگهن ٿيون. مثال طور ڪا هڪ راجيه سرڪار ڪنهن خاص وشيه لاءِ مهان فيلوشپ گرانٽ ڪري سگهي ٿي ۽ ٻي راجيه سرڪار ڪا ٻي فيلوشپ يا ڪيندر جي شاخن جو خرچ راجيه سرڪاريون ڀرين. ان نموني ٻيون به ڪيتريون ڳالهيون وقت اچڻ تي فيصل ڪري سگهجن ٿيون.

## ڪم ڪندڙ

پڇاڙيءَ ۾ جيڪر به لفظ لکڻ چاهيان ته ان سنستا لاءِ ڪم ڪندڙ سنڌي مجنون به تيار ڪرڻا پوندا. جيڪي سچ پچ سنڌي ٻولي ۽ سنڌيت لاءِ راءِ ڏياچ وانگر سر گهورڻ لاءِ تيار هجن، جن کي پنهنجي ذاتي جو نه پر سنڌي ۽ سنڌيت جو اونو هجي. سنڌ ۾ اياز ۽ سندس دوست اهڙا ئي مجنون آهن. شل همت به اسين اهڙا لعل پئدا ڪريون. چاڪاڻ ته هن ڪم لاءِ سچا عاشق کپن ۽ سچي عاشقي ڪا راند نه آهي.

عشق نه آهي راند، ته ڪي ڪنس ڳيرو
جيءَ جي جان جي، پڇي جو هيڪاند
سسي نيزي پاند، اڇل تان اڏ ٿئي ●

# ترجمو ۽ سيمينٽڪ مشڪلاتون

ورهاڱي بعد سنڌي ٻارن جي جدا جدا حصن ۾ پکڙجي وڃڻ ۽ ٻارن جي الڳ الڳ ٻولين کان واقف ٿيڻ، خاص طور هنديءَ جي ته تمام ويجهو آيا. ٻين ٻولين جي ساهتيه جو اڀياس ڪيائون. پنهنجي سنڌي ٻوليءَ ۾ ان ساهتيه کي اُلٿو ڪرڻ چاهيائون. اُن اُلٿي ڪندي جيڪو انڀو کين مليو آهـــو پنهنجي ليکي هڪ نئين جاڻ هئي.

ڪنهن هڪ ٻوليءَ جي ڪنهن به قسم جي ساهتيه جو جڏهن ترجمو يا الٿو ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ڪجي ٿو ته ٻوليءَ جي مشڪلاتن سان گڏ، انيڪ. سيمينٽڪ مشڪلاتون درپيش اچن ٿيون. مان هتي سيمينٽا جي انيڪ پهلن کي ويچار ۾ رکندي مشڪلاتن جو جائزو پيش ڪندس. اُنهن کي

مون هيٺئين نموني وراهيو آهي :-

## ا- ڌرم

هر ڪنهن انسان جي زندگيءَ ۾ ڌرم کي پنهنجو خاص درجو آهي ۽ هر هڪ ڌرم جي پنهنجي پنهنجي فيلسوفي ۽ پنهنجي پنهنجي ويچار ڌارا آهي. نه فقط ايترو پر هر هڪ ڌرم جي اظهار جو پڻ پنهنجو پنهنجو نمونو آهي يعني ڪرم ڪانڊ به سڀني جو پنهنجو آهي. انڪري هڪ سيپٽڪ گروهه جو ساهت جڏهن پنهنجي اهڙي نرالپ جو بيان ٿو ڪري ته انکي ٻئي سيپٽڪ گروهه جي ساهت ۾ ترجمو ڪرڻ ڏاڍو مشڪل ٿيو پوي. مثال هندو ڌرم جي فيلسوفيءَ جون ڪيتريون ڳالهيون برهم، مايا، ستيگ، ترينا ۽ ڪلڇگ وغيره جهڙن ويچارن جو ترجمو ڪرڻ ڏکيو آهي. ان کان سواءِ ٻيون ڪيتريون اهڙيون ڳالهيون آهن جي هندو ڌرم جي پوئلڳن لاءِ سمجهڻ سؤلو پر ٻين لاءِ ڏکيو.

ساڳي ڳالهه ڌرمي ڪرم ڪانڊ سان به لاڳو ٿئي ٿي. هندو ڌرم ۾ يگيه ڪيو ويندو آهي ۽ انلاءِ ڪيتري ئي سامان جي ضرورت پوندي آهي جيئن يگيه ڪنڊ ۽ هون ۾ ڪتب ايندڙ ڪيتريون ئي شيون، انهن ڪتب ايندڙ شين جو انگريزي، فارسي وغيره ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ان حالت ۾

ترجمان جي اڳيان سواءِ اُنجي ته فوت نوٽ ۾ سمجهاڻي ڏئي ٻي ڪا واهه ئي ڪانه آهي.

ساڳيءَ طرح اسلام جون ڪيتريون ڳالهيون ٻين ڌرم وارن ڪي جن جي ٻولي ٻي آهي سمجهائڻ ڏکيون آهن. ساڳي ڳالهه عيسائي ۽ يهودي وغيره ڌرمن سان پڻ لاڳو آهي.

## ٢- ريتيون رسمون

هر ڪنهن سپيتڪ گروهه جون ريتيون- رسمون به پنهنجون پنهنجون هونديون آهن. اِن نرالپ جا ڪارڻ کهڙا به هجن پر اِها حقيقت آهي ته ٻن الڳ سپيتائن جي ماڻهن جي ريتين رسمن ۾ به نرالپ هوندي آهي. ريتن- رسمن ۾ کاڌو- پيتو، پهراڻ وغيره اچي ٿا وڃن اُنهن جو بيان هيٺ ڪجي ٿو.

### ٢٠١ کاڌو- پيتو

زمين ۽ جاگرافيءَ جي حالتن ۾ نرالپ جي ڪري هر ڪنهن سپيتڪ گروهه جي زرعي پئداش پنهنجي پنهنجي ٿئي ۽ اِن تي ئي آڌار رکي هر ڪنهن سپيتڪ گروهه جو کاڌو- پيتو. ساهت ۾ کاڌي پيتي جي شين جو بيان ته ڪنهن نه ڪنهن نموني ايندو ئي آهي ۽ اُنجو ترجمو ٻئي سپيتڪ گروهه لاءِ ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو

آهي. مثال طور لائٽ جي ڪُڪ، سنڌي ڦلڪو، پنجابي ڦُرانو، گجراتي ڀوڪلو وغيره انيڪ اهڙا مثال آهن جن جا هڪ ٻوليءَ جا لفظ ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ ڏاڍو ڏکيا آهن. اُنهن جو رس ته ڪاڻ سان ئي ونئي تو سگهجي ۽ نه بيان سان. ڪجهه وڏيڪ مثال وٺو جن ۾ لفظي ترجمو موجود آهي پر ته به حقيقت ڪان ڪيترو پري آهي. ڪڙهي سنڌي به ٿيندي آهي ۽ ڪڙهي لڳ ڀڳ سڀني ڀارتيه پرانتن ۾ ٺاهي ويندي آهي، ان حالت ۾ جيڪڏهن ڪو ترجمان ڊڪشنريءَ جي مدد سان هڪ ٻوليءَ جي ساهت ۾ ڪم آندل ڪڙهي لفظ جو ترجمو ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ڪري ته هو ڪڏهن به نموني صحيح ترجماني نه ڪري سگهندو. مثال سنڌي ڪڙهيءَ جو ٺاهڻ جو نمونو پنهنجو ۽ ان ۾ ڪم آندل شيون الڳ الڳ ۽ اُنجو سواد به پنهنجو. ساڳيءَ طرح گجراتي ڪڙهي، مراٺي ڪڙهي ۽ انگريزي ڪڙهي سڀني جا روپ، رنگ ۽ سواد الڳ الڳ آهن.

ساڳي حالت ٻيءَ جي رهڻين رسمن ۾ به ٿيندي آهي. سنڌي ٽاڏل جي سواد جو مزو وديشي ڪوڪا ڪولا مان نه ونئي سگهبو ۽ نه ئي وري ڪوڪا ڪولا جو مزو سنڌي ٽاڏل مان ونئي سگهبو.

اِهي ته ٿيون کاڌي پيتي جون شيون. کاڌي پيتي لاءِ ڪتب ايندڙ برتن ۽ ڪراڪري به هر سڀيتڪ گروهه جي پنهنجي پنهنجي ٿيندي آهي ۽ ديس ۽ وقت آهر

اُهي وري دنيا جي ٻين ٻولين ۾ ترجمو ڪري نه سگهيا. مثال
سنڌي ٻوليءَ ۾ جو ورهيه ٻني جو مطالعو سان مقابلو نه ڪري
سگهبو ۽ نه اُهي وري ترجمو ڪري سگهبو. ڪنهن
زماني ۾ سنڌي مجلس ۾ جڏهن پيڙهه جا ڏور هلندا
هئا ته ٻيريءَ ۽ ڏونگها ڪتورا مجلس جا سرمور هوندا
هئا اُنهن جو ترجمو انگريزيءَ يا ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ ۾
ڪرڻ ڏکيو آهي. ساڳيءَ طرح هر ڪنهن سيپٽڪ گروهه
کي پنهنجون پنهنجون اهڙي قسم جون رڌون ٿين ٿيون
جنجو ترجمو ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ڪرڻ ڏکيو آهي.

هن قسم جي ترجمي جي تڪليف کان اهي ترجمان
بخوبي واقف هوندا جن پرانت وگيان (archaeology)
۽ مانو وگيان anthropology وغيره جهڙن وشين جي
ڪتابن يا ليکن جو هڪ ٻوليءَ مان ٻي ٻوليءَ ۾ ترجمو
ڪيو هوندو، جتي ڪنهن ڪنهن
ڪوٺائيءَ ۾ يا ڪنهن آدم جاتيءَ (tribe) وٽان
ڪي اهڙا ٻرتن ملندا آهن جنکي ٻيءَ ٻوليءَ ۾ سمجهائڻ
ڏاڍو ڏکيو ٿيندو آهي. آدم جاتيءَ ۽ ڪوٺائين جي ڳالهه
ته ڇڏيو پر خود اسانجي سنڌي ڪونڌي جو ترجمو ٻين
ٻولين ۾ ڪرڻ ڏکيو آهي.

## رهائش

هر ڪنهن سيپٽڪ گروهه جي آبهوا پنهنجي پنهنجي
ٿيندي آهي انڪري هر ڪنهن سيپٽڪ گروهه جي

رهائش به پنهنجي نموني جي ٿيندي آهي ۽ اُن تي سنڌس گهرجون آڌار رکنديون آهن. گرم ملڪن جون گهرجون پنهنجون نه وري ٿڌن ملڪن جون ضرورتون پنهنجون ۽ اُنهن ضرورتن مطابق ئي وري رهائش جي تور طريقي تي اثر پوي ٿو. جيتوڻيڪ هاڻي يورپ ۾ وگيان جي واڌاري سان گڏوگڏ يورپي سڀيتا جو اثر ٻين ملڪن تي پڻ شروع ٿي ويو آهي. تنهن هوندي به هر ڪنهن سڀيتڪ گروهه کي پنهنجي پنهنجي نرالپ اوس آهي. اِن ڪارڻ جڏهن ترجمان کي اهڙي ماحول جو مقابلو ڪرڻو ٿو پوي تڏهن هن لاءِ ڪنائي پيدا ٿيو وڃي.

رهائش جي مکيه تڪليفن ۾ ايندو گهر ۽ گهر جو ناهه. سنڌ ۾ سنڌين جي گهرن جي بناوت پنهنجي هوندي هئي جنهن ۾ ڪيتريون ئي خاصيتون هونديون هيون، جنجي لاءِ اهڙا ڇيدا اکر سنڌيءَ ۾ آهن جو ترجمو ڪرڻ ڏکيو آهي. مثال سنڌ ۾ منگهه هوندا هئا. سنڌ جي جڳهين جي اِها خوبي شايد ئي ڪٿي ليئي ۽ سياويڪ آهي نه اُنلاءِ ٽز اکر به نه ملندو، اِنڪري سياويڪ آهي نه ترجمي ۾ ڪنائي ٿيندي.

ساڳيءَ طرح گهر جي ناهه نوهه جو به ڪيترو ئي سامان آهي جنهنجو ترجمو ڪرڻ ڏکيو آهي. مثال سنڌي پينگهو جنهنجي سونهن سوڀيا جو بيان ڪرڻ به ڏکيو

آهي. اهڙي طرح جڏهن اهڙيءَ قسم جي خاص سٽيٽڪ وٽن جو هڪ ٻوليءَ مان ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪجي ٿو ته انيڪ تڪليفون درپيش اچن ٿيون.

## ۴- رانديون

وقت سارو هر ملڪ ۽ هر قوم جا ونڊر جا وسيلا به پنهنجا پنهنجا هوندا آهن. اهڙن ونڊر جي وسيلن ۾ راندين خاص ڌيان لهڻو. جيتوڻيڪ اڄڪلهه ڪو به ديس ٻئي ملڪ جي راند کي پنهنجو ڪرڻ ۾ هٻڪي نٿو تنهن هوندي به هر ڪنهن سٽيٽڪ گروهه کي ڪنهن نه ڪارڻ جي ڪري ڪنهن خاص راند سان لڳاءُ ضرور هوندو آهي. يا ڪنهن کي ورثي پنهنجي نجي راند هوندي آهي. انگريزي هن قسم جا انيڪ مثال ملي ويندا. سنڌي اِٽي ڏڪر ۽ ونجهه وٽي وغيره، تنهن کان سواءِ تاس جي انيڪ نمونن جي راندين جو پڻ ترجمو ڪرڻ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ آهي.

## ۵- انڌ وشواس

هر ڪنهن سٽيٽڪ گروهه کي چاهي هو ڪيترو به هاڻوڪي وگياني ڄاڻ ۾ اڳتي وڌيل هجي ڪنهن نه ڪنهن نموني انڌ وشواس ۾ وشواس رکي ٿو، اهڙن انڌ وشواسن کي هڪ ٻوليءَ مان ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ

به ڏکيو آهي. چاڪاڻ ته هر ڪنهن ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙ پنهنجي نموني جا اند وشواس ٿيندا آهن.

انهن مڙني ڳالهين ڪانسواء سوين اهڙا ننڍا يا وڏا سانسڪرتڪ پهلو يا نظريا آهن جيڪي هڪ ٻوليءَ مان ٻي ٻوليءَ ۾ سدا يا بنا ڪنهن تڪليف جي ترجمو نٿا ڪري سگهجن. مثال اسانجي شادين ۽ جڻين، منڊڻ ۽ جهنڊ، ٻهراڻي وغيره جون ڪيتريون ڳالهيون آهن جن کي ترجمو نٿو ڪري سگهجي.

منهنجي بيان ڪيل مٿين ڳالهين مان ڪڏهن به نه سمجهڻ کپي ته مان ڪو ترجمي جي خلاف آهيان. پر سوال ٿو اُٿي ته اهڙين حالتنهيٺ ڇا ڪرڻ کپي. اُن لاءِ ڪنهن ٻئي ليکڪ ۾ اُن تي روشني وڌي ويندي.

# SINDHI JAA TIH SAAL

*( Thirty Years of Sindhi )*

BY :- DR. PARSO GIDWANI
M.A ,Ph.D.




SINDHI TIMES
Publication

- ڊاڪٽر پرسو گدواڻي
بنيادي طور هڪ کوجنڪ
آهي. اڄ جڏهن گهڻا اديب
ڪنهن روزگار ۾ لڳي ادب
کان ڪنارو ڪري ويا آهن
انهي خاص طور کوجنا طرف
ڌيان ڏيڻ ڏنو آهي. ڪنهن
وشيه جي اونهائيءَ ۾ وڃڻ، ان
جي هر پهلوءَ کان اوک ڊوک
ڪرڻ ڏنو آهي. انهي ڊاڪٽر
گدواڻي، ايم-اي. پي.ايڇ. ڊي
ڪرڻ بعد ڪنهن روزگار ۾
لڳڻ کان سواءِ اوک ڊوک ۾
دلچسپي ورتي ۽ سو به سنڌي
وشيه ۾، اها هڪ پهچائي
ليکي آهي ۽ خوشي واري
ڳالهه آهي.

"سنڌيءَ جا ٽيهه سال"
سندس ظاهر ٿيل ٻيو ڪتاب
آهي. پهريون ڪتاب ان ٿي
اوک ڊوک وارو ۽ شاهه لطيف
جي شعر بابت، چڱا سال اڳ
ظاهر ٿي چڪو آهي.

ڊاڪٽر پرسو گدواڻي هن
وقت پوني جي دڪن ڪاليج
۾ سنڌي کوجنا وڀاڳ جو
پرمک آهي ●

# SINDHI JAA TIH SAAL

*( Thirty Years of Sindhi )*

BY :- DR. PARSO GIDWANI
M.A., Ph.D.



SINDHI TIMES
Publication

- ڊاڪٽر پرسو گدواڻي
. ٻادي طور هڪ کوجنڪ
آهي. اڄ جڏهن گهڻا اديب
ڪنهن روزگار ۾ لڳي ادب
کان ڪنارو ڪري ويا آهن
اهي خاص طور کوجنا طرف
ڌيان ڏيڻ ڏکيو آهي. ڪنهن
وشيه جي اونهائيءَ ۾ وڃڻ، ان
جي هر پهلوءَ کان اوک ڊوڪ
ڪرڻ ڏکيو آهي. اهي ڊاڪٽر
گدواڻي، ايم-اي. پي.ايڇ.ڊي
ڪرڻ بعد ڪنهن روزگار ۾
لڳڻ کان سواءِ به اوک ڊوڪ ۾
دلچسپي وٺي ٿو ۽ سنڌي
وشيه ۾، اهڙا هڪ پختي
لکي آهن ۽ خوشي واري
ڳالهه آهي.

"سنڌيءَ جا ٽيهه سال"
سندس ظاهر ٿيل ٻيو ڪتاب
آهي. پهريون ڪتاب ان ئي
اوک ڊوڪ وارو پر شاهه لطيف
جي شعر بابت، چڱا سال اڳ
ظاهر ٿي چڪو آهي.

ڊاڪٽر پرسو گدواڻي هن
وقت پوني ۾ ڊيڪن ڪاليج
۾ سنڌي کوجنا وڀاڳ جو
پرمک آهي ●

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)